# هلال پاڪستان ڪراچي

١٠ آگسٽ ١٩٨٣ع



هن پرچي ۾ پڙهندا







گهٽو ڪُجهه



عوام جو آواز
روزانه
هلال پاڪستان
ڪراچي

مئگزين سيڪشن

مئنيجنگ ايڊيٽر:
ناصر بروهي

انچارج:
فقير محمد لاشاري

هي اخبار شيخ سلطان ٽرسٽ يارن محمد هاشم ميمڻ، شيخ سلطان پريس مان ڇپرائي ويم احمد صابر ڏي وتان ڇپائي، ڪورٽ ويو بلڊنگ، ايم اي جناح روڊ ڪراچي مان شايع ڪئي.

# فهرست

## تاريخ



## ادب



٥

## سائنس



## ٻارڙا



## سگهڙين ست





# پنهنجي پاران

تاريخ، ادب، سماجيات ۽ زندگي جي علمن جون گهٽيون ڳالهيون، لفظ ۽ اصطلاح اسان واري ماحول جهڙي گهٽي پاڳي سطحي وايومنڊل ۾ هڪ منجهيل روپ وٺي، پنهنجو ڪارج وڃائڻ وارو عذاب        پوگي چُڪا آهن. انهن اصطلاحن ۽ لفظن جي حرمت غلط وقت ۽ ڪوڪلي ذهني پس منظر سبب لٽجي دڙ جي وٺي آهي. اڻ لاڳاپيل ماڻهو جڏهن شوق ۾ اچي، بين جون ڪارائتيون، پر اُڌاريون ڳالهيون ڪري، پاڻ پڌائڻ واري ڏس ۾ وڌڻ جي ڪوشش ڪن ٿا تڏهن هنن جو پنهنجو مقصد ته پورو وٺئي يا نه، سو ته اچاڪارا اُگتي هلي وقت پاڻهي پڌرا ڪندو، پر انهن ڳالهين ۽ لفظن جي سگهه گهٽجي وڃي ٿي. غير مناسب موقعن ۽ ٺلهي ذهنيت جڏهن ٻ ڪي سٽيون ڳالهيون ڪري ٿي تڏهن انهن ڳالهين تان پير وسوڪجي وڃڻ وارو عمل اوس ٿيندو. اٿين اظهار ۽ اظهار جي ٿڦلاءَ واري معاملي ڪي ڏڪ رسي ٿو. هلال مئگزين جي ڪوشش اها رهي آهي ته ائين نه ٿئي. پولي ۽ ٿوري فڪر جي سگهه تڏهن قائم رهي سگهندي جڏهن لفظن جي تقدس جو خيال ڪيو وڃي. ان ڪري جو لفظن جي تقدس تي اسان جي شعوري نيسر جو آڌار آهي ۽ ان ڏس ۾ ڪابه رنڊڪ قبول نه ڪرڻ گهرجي. اهو اسان سڀني جو فرض آهي.

(انچارج)

# تاريخ جا اهم واقعا

## افلاطون جو علم گهر
(۳۸۷ ق م)

افلاطون (Plato) ايٿنز جي شاهوڪار ماڻهن منجهان هڪ هو پر پنهنجي ڪٽنب جي ٻين وانگر عملدار ٿيڻ بدران هن سقراط جو شاگرد ٿيڻ قبول ڪيو. پنهنجي استاد جي موت کان پوءِ هن علم متعلق نڪتل ٻچن ڳالهائيندڙن جي گروپ ۾ شامل ٿي انهن جو اڳواڻ ٿيو ۽ ايٿنس ۾ فلسفي جو اسڪول قائم ڪيائين جنهن کي "اڪيڊمي" چيو ويو ٿو. هن جو ارادو هو ته ان اسڪول ذريعي ڏاها ۽ مدبر ماڻهو پيدا ڪندو. ان ڪري ئي هن ايٿنس جي حڪومتي سرشتي تي ملامت ڪئي ته سياسي عهدن تي اهڙا ماڻهو رکيا وڃن ٿا جن ۾ نه ڏاهپ آهي ۽ نه ڪا خاص سمجهه. هن پنهنجو شروعاتي ڪتاب "دي ريپبلڪ" لکيو جنهن ۾ پنهنجا ويچار پيش ڪيائين. هن جو پيغام سولو هو. سچي ماڻهو هڪ سٺي ۽ ڏاهپ ڀرئي ڏانءَ سان زندگي گهاري سگهن ٿا، جيڪڏهن هو پنهنجي سگهه ۽ صلاحيتن کان مڪمل طرح باخبر هجن. ۳۷۴ قبل مسيح ۾ جڏهن هن جو مرتبو ٿيو تڏهن هو هڪ اهم ڪتاب "قانون" لکي رهيو هو.

## فلپ مقدوني جو يونان تي حملو
( ۳۳۸ قبل مسيح )

ٿريس ۽ ٿيلسي جي وچ تي هڪ ننڍي بادشاهت هئي مقدونيا جي اتان جا رهواسي ڏاڍا سخت قسم جا جابلو ماڻهو هئا، ٻر قوم جي حيثيت سان، ننهن پڙهيل يونانين ڪين گهٽي همت ڪونه پئي ڏني. بادشاهه ... ٿيو ( ۳۸۲ ق م کان ۳۳۶ ق م) جيڪو وڏو سياڻو، حڪمت عمليءَ جو ماهر ۽ وڏو عقلمند ايلچي هو، تنهن سروج جنگي چالبازين ۽ هٿيارن کي ترقي وٺرائي. چار سئو فٽ ڊگهين ڀالن سان پنهنجي سپاهين کي هٿياربند ڪيو. اهي پيدل فوجي دشمن کي منجهائيندا هئا ۽ باقي لشڪر دشمن جي صفن ۾ هيٺين جاءِ تي حملو ڪري ڏيندا هئا. يوناني رياستون ايٿنس ۽ ٿيبز گڏجي هن کي منهن ڏيڻ لاءِ جهد ڪيو، پر ۳۳۸ ق.م ۾ ڪئرونيا وٽ فلپ هٿان هارايون. فلپ جي اها عظيم سوڀ هئي، جنهن يونان لاءِ هن جي فوجن جا دروازا کولي ڇڏيا.

## سڪندر اعظم جي تخت نشيني
( ۳۳۶ ق.م )

ڪئرونيا جي جنگ کان پوءِ يونان جي فتح ڏي وڃڻ تي فلپ جا ارادا اڃا به وڌڻ لڳا ۽ مقدوني ۽ يوناني فوج گڏائي هن فارس تي حملي جون تياريون شروع ڪري ڏنيون. هن جو پروگرام هو ته فارس سلطنت جو خاتمو آندو وڃي. حملي کان اڳ فلپ پنهنجي ئي هڪ امير هٿان مارجي ويو ۽ ڪمان، سندس پٽ سڪندر اچي سنڀالي. سڪندر ان وقت رڳو ۲۲ سالن جو هو ۽ جنهن فوج وٺي هيڪر نڪتو ته وري وطن جا وٽ انهن ڪونه ڏسي سگهيو. هن جو مقصد هو ته پاڻ کي دنيا جو مالڪ ڪوٺرائي ۽ "عظيم" لقب حاصل ڪري. هو شام ويو ۽ فارس جي بادشاهه دارا ٽئين کي اسوس واري جنگ ۾ شڪست ڏنائين. ان کان پوءِ مصر تي حملي ڪرڻ کان اڳ طائر تي ست مهينا گهيرو ڪري ان تي به سوڀ پاتائين. ان کان پوءِ دارا ٽئين کي وري ٻي شڪست ڏيڻ لاءِ ميسوپوٽيميا تي يلغار ڪيائين. اربيلا واري جنگ ۾ دارا کان ڪٽي ورتائين ۽ صوبون حاصل ڪندو اترئين هندستان تائين پهتو پوءِ سندوءَ رستي سلطنت ڏي پنهنجي ڪونڌرن کي ڏيهه واپس وٺي ويو. هو وري ميسوپوٽيميا پهتو، پر بيمار ٿي بخارجي پيو ۽ ٻارهن سالن جي رولڙي کان پوءِ ٽيٽيهه سالن جي ڄمار ۾ بابل ۾ مئو.

# سنڌ ۾ حر هلچل

ليک: ميجر جنرل (رٽائرڊ) وصال محمد خان

سنڌيڪار: غلام حسين رنگريز

نوٽ:- هيءُ مضمون ٽه ماهي رسالي ”سنڌ ڪوارٽرلي“ ڪراچي ۾ ٻن قسطن ۾ ڇپيو. مضمون معلومات جي لحاظ کان نين ھڌائين تي مشتمل آهي. ان ڪري پڙهندڙن جي ڄاڻ ۽ دلچسپيءَ لاءِ ان جو مڪمل ترجمو پيش ڪجي ٿو.

سن ۱۹۴۲ع ۾ سنڌ جي آبادي جو انڪل ۷۳ سيڪڙو مسلمان، ۲۵ سيڪڙو هندن ۽ ۲ سيڪڙو ٻين مذهب وارن ماڻهن تي مشتمل هئي. هندن جي گهڻائي ڪاروبار ۾ هئي ۽ اهي عام مسلمانن کان وڌيڪ سکيا ۽ شاهوڪار هئا. هندو وڏن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهندا هئا ۽ مسلمان ننڍڙن ڳوٺن ۾. هندن ۽ مسلمانن جا لاڳاپا ڏاڍا دوستاڻا هوندا هئا ۽ ايراضي مالڪن جو مسواڙين يا هارين تي وڏو اثر هوندو هئو.

حر عرب بڻ بنياد جا هئا. چيو وڃي ٿو ته انهن وچ ايشيا مان لڏ پلاڻ ڪري ٻهريائين عربي سمنڊ جي ڪناري وارن علائقن ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ پوءِ سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويا (حر اصل ۾ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي آزاد ۽ ان جي جمع جو صيغو آهي احرار. سيد احمد شاهه ۽ شاهه اسماعيل پنجاب ۽ سرحد تي سکن جي قبضي کانپوءِ بالا ڪوٽ ويندي هتان لنگهيا هئا ۽ انهن ئي پير پاڳاري جي سرويچ مريدن کي اهو لقب ڏنو هئو. حر جو مطلب قاتل يا تشدد پسند قطعي نه آهي) (هتي هيءَ ڳالهه

به ذڪر لائق آهي ته فاضل ليکڪ جو حرن جي اصل نسل متعلق قائم ڪيل رايو تاريخي بنيادن تي صحيح نه آهي. ڇاڪاڻ ته حر هڪ قبيلو يا هڪ ذات نه آهي جو اهو چئجي ته آهي عرب بڻ بنياد جا هئا. حر مختلف قبيلن ۽ ذاتين سان تعلق رکندڙ هئا، انهن ۾ بلوچ به اچي ويا ٿي ته سماٽ به جيڪي سنڌ جا اصل لوڪ ٿي هئا. ـ رنگريز) راجپوتانا رياستن ۾ به حر وڏي تعداد ۾ آهن. اهي تمام اڙٻا، ڪٺور ۽ جنوني آهن ۽ پنهنجي مقصد خاطر هميشه جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن. پڪن ۽ سرويچ حرن جي جماعت

کي فقيرن ۽ غازين جي درجن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ انهن جي جنازي نماز سندن حياتي ۾ ئي پڙهائي ويندي هئي.

سنڌ ۾ مختلف مسلڪن ۽ طريقن سان تعلق رکندڙ ڪيترائي بزرگ ۽ اولياءَ ٿي گذريا آهن جن جو پنهنجي مريدن تي وڏو اثر رهيو آهي. عام ماڻهو يا عوام ڪنهن پير جا پوئلڳ ۽ مريد هوندا آهن. حق جي راهه رسڻ لاءِ سنڌ جو ڪوبه ماڻهو بنا پير مرشد نه هوندو آهي. انهن مڙني پيرن ۾ ناميارو پير صبغت الله شاهه ڪنگري وارو پير پاڳارو هئو. هنجي هڏ ڪاٺي جانٺي ۽ سگهاري، اکيون چمڪدار ۽ تيز ۽ ڪلها ويڪرا هئس. منهن تي ماتا جا داغ هئس ۽ شاندار متاثر ڪندڙ شخصيت جو مالڪ هئو. هميشه صاف سٿري لباس ۾ رهندو هو. جڏهن پنهنجن مريدن کي ديدار ڪرائيندو هو ته قيمتي پرت پريل چوغو ۽ سون ۽ هيرن جواهرن جي جڙت واري ٽوپي پهريندو هو. انگريز ۽ سندس چاڙتن طرفان هن تي ڪيترا بهتان مڙهيا ويا هئا.

پير صاحب جو سنڌ، خيرپور ۽ راجپوتانا رياستن ۾ وڏو اثر هو.



هن مضمون جو ليکڪ وچين قطار ۾ ساڄي پاسي کان آهي۔

سنڌس مريد حر ته ڪيس ڪا آسماني مخلوق سمجهندا هئا. اهو پيرائو اثر رسوخ هر ڪنهن پير جو پنهنجي نوعيت جو هوندو هو ۽ گهڻو ڪري موروثي هو. ۽ پير صبغت الله شاهه پاڳاري جو سارو اثر سندس متاثر ڪندڙ زبردست شخصيت جي ڪري هو.

پير پاڳارو ڏوراهن هنڌن تي مريدن وٽ ورلي ويندو هو. سندس فقير ويندا هئا جيڪي پير جو ڏن وصول ڪري ايندا هئا. جيڪي مريد سندس رهائشواري هنڌ ڪنگري جي ويجهڙائي ۾ رهندا هئا سي اڪثر سلام پرڻ ۽ ڏن ڏيڻ لاءِ پاڻ اچي حاضر ٿيندا هئا. مريد پنهنجا قيمتي جانور يا زيور وڪڻي پئسا ڪڍ ڪندا هئا.

سنڌ سرڪار جي ملازمن ۾ پير صاحب لاءِ وڏي عزت هوندي هئي پر پوليس جا ڪي ٿورڙا ملازم پيرصاحب جي ڪردارڪشي لاءِ هنجي خلاف پروپئگنڊا ڪندا وتندا هئا. پير صاحب اتفاق سان ۱۹۳۰ع ۾ گرفتار ٿي ويو هئو. هن کي ۲۸ آگسٽ تي اٺن سالن جي قيد جي سزا ڏني ويئي. مٿس الزام مڙهيو ويو ته هن غير قانوني هٿيارن جو ذخيرو جمع ڪيو هو. حالانڪه انهن الزامن جي پٺڀرائي ۾ شاهدن شاهديون به نه ڏنيون. انهي صورتحال جو سڀ ڪارڻ هيءَ هئو ته برطانيا سرڪار پيرصاحب کي هر حالت ۾ گرفتار ڪرڻ ۽ سزا ڏيڻ جو ارادو ڪيو ويٺي هئي. ان ڪري هتان هتان جا ڪوڙ سڌو گهڙي ڪٺي رکيا هئائون، سو اهڙي واءُ منڊل ۾ پير صاحب جي موجودگي دوران شاهد ڪوڙ ڳالهائي شاهدي ڏيڻ جي همت ساري نه سگهيا.

پير صاحب کي بعد ۾ جيل ڪاٿيو ويو ۽ سرڪار طرفان فقيرن تي سخت پابنديون عائد ڪيون ويون، جيڪي پنهنجي عقيدي تي پختا ۽ پير صاحب جا شيدائي هئا. پير صاحب جي گرفتاري تي حرن سرڪاري آفيس اڳيان بک هڙتالن شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن حڪومت تي دٻاءُ وجهي پير صاحب کي آزاد ڪرائي سگهجي، پر ڪجهه به ڪونه وريو. پير صاحب سزا جو مدو پورو ڪري آڪٽوبر ۱۹۳۶ع ۾ واپس ڳوٺ پهتو. برطانوي سرڪار جي اڳيگي روش هنکي وڌيڪ تکو ۽ دشمن بڻائي ڇڏيو. هاڻي هيءَ انگريز سرڪار جي اک ۾ ڪنڊي جيئن چڀڻ لڳو ۽ هنجي چرپر تي سخت نظر رکي ويئي.

جيل مان نڪرڻ کانپوءِ پير صاحب گجهي نموني سنڌ ۾ انگريزي راڄ جي تختي اونڌي ڪرڻ لاءِ وڏي پئماني تي ماڻهو ڀرتي ڪرڻ ۽ ويڙهه جون تياريون ڪرڻ شروع ڪيون. هنجي دشمنن اها ڳالهه هلائي ڇڏي هئي ته هو سنڌ جو بادشاهه ٿيڻ ٿو گهري. راجپوت حڪمرانن هنکي وڏي مقدار ۾ هٿيار مهيا ڪيا هئا، جيڪي هٿي لائنس جي پابندي نه هئڻ ڪري حر فقيرن ۾ ورهايا ويا هئا. پير صاحب جي خليفن ماڻهن کان وڏي انداز ۾ پئسا به جمع ڪيا هئا ته جيئن غاصب انگريزن خلاف جهاد شروع ڪري سگهجي. ويڙهه جي نتيجن کان باخبر هئڻ ڪري پير صاحب پنهنجي فقرن کي اڳواٽ هدايتون ڏيئي ڇڏيون هيون ته سندس گرفتاري تي آهي وائڙا نه ٿين ۽ ويڙهه کي وڏي پئماني تي جاري رکن.

پير صاحب جي چوڻ تي نومبر ۱۹۳۹ع ۾ سکر کان اهو وڳوڙ شروع ٿيو. هيءُ اهو وقت هئو جڏهن برطانيا سرڪار ٻي مهاڀاري جنگ ۾ مصروف هئي ۽ پير صاحب جو اندازو هو ته اهڙي حالت ۾ انگريز سرڪار سٺ نه سهي سگهندي ۽ هو پنهنجي مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو. انهي ڳالهه کي نظر ۾ رکندي پير صاحب صوبي اندر انتظامي گڙٻڙ جي نازڪ صورتحال پيدا ڪرڻ لاءِ وسان ڪونه گهٽايو. سن ۱۹۴۱ع ۾ پير صاحب کي نظر بند ڪيو ويو ۽ بعد ۾ کيس صوبي کان ٻاهر نيو ويو. ڪراچي ڇڏڻ کان اڳ ۾ ڪنهن ريت هو پنهنجن فقيرن کي هدايتن موڪلڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. انهن هدايتن ۾ حرن کي تاڪيد ڪيو ويو هئو ته اهي سندس آزادي لاءِ وڏي پئماني تي پيچ ڏاهه ڪري ٿرٿلو مچائي ڇڏين.

فقيرن حڪومت ۽ انجي مشنري کي اپاهج ڪرڻ لاءِ ڦرلٽ، ڪئنال ٽوڙڻ، ريلوائي اسٽيشنن تي حملا ڪرڻ ۽ انهنجي عملي کي قتل ڪرڻ، چوريون ڪرڻ ۽ سرڪار جي دلالن، چڙتن ۽ خابرون کي مليا ميٽ ڪرڻ جي رٿا رٿي. سرڪار به جوابي ڪاروائي ڪندي هن ايراضي ۾ حرن ۽ ٻي عوام کي هيسائڻ لاءِ وڏي پئماني تي گرفتاريون ڪري جڙتو مقدما هلائي ماڻهن کي وڏيون سزائون ڏنيون. پر سرڪار جو اهو ڏڙڪو داب به حرن جي هلچل کي ٺنڊو نه ڪري سگهيو.

۲۰ مئي ۱۹۴۲ع تي ڪراچي ۾ آرمي انٽيليجنس ڪورس پوري ڪرڻ کانپوءِ آئون اپاڪي لاهور ميل ذريعي لاهور موٽي رهيو هئس ته رستي تي حيدرآباد جي اتر ۾ رات جو ۹ وڳي هن سان حادثو پيش آيو.

جيئن ته ريلوي لائين جون فش پليٽون اکيڙيون ويون هيون انهيڪري ريلواني ٻيڙي تان لهي ويئي. حملو ڪندڙ حرن ڏسڻ ۾ اٽين ٻي آيو ٻاڪي ٻن ٽولن ۾ ورهايل رکيو هئو. هڪ حملو آور جٿو ۽ ٻيو مددگار ٽولو. حملو آور جٿو مددگار ٽولي جي گوليبازي جي اوٽ ۾ ريلوي گاڏن ۾ داخل ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ انهي ٽولي جي حرن قرآت ڪرڻ ۽ مسافرن کي کهاڙين، بندوقن ۽ رائفلن سان مارڻ شروع ڪيو. هن حملي ۾ انڪل ۳۲ ماڻهو مارجي ويا ۽ هڪ سئو کن زخمي ٿيا.

حادثي واري جاءِ وٽ ريل جي ٻيڙي هڪ اتاهين بند تي هئي جنهن ڪري ٻيڙي تان لهڻ وقت اسانجو گاڏو هڪ وڻ جي چوٽي تان ٿيندو وڃي هيٺ ڪريو. گاڏي جا دروازا پڇي لوهه ٿي ويا، انهيڪري آئون دري جو شيشو ڀڃي ٻاهر نڪتس ۽ ڪئپٽن (پوءِ ميجر جنرل) اختر ملڪ کي گاڏي مان سري نڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ لڳس ڇاڪاڻ ته اسان حرن جي فائرنگ جي منهن ۾ هئاسين. سرونٽس ڪمپارٽمينٽ ٽٽي ويو هئو ان ڪري آئون انجا تختا هٽائي پنهنجي خدمتگار صاحبداد کي ڪڍڻ لڳس جنهن لاءِ مون سمجهيو ٿي ته الله کي پيارو ٿي چڪو هوندو. پر خوش قسمتي سان مون هنکي ڳولي لڌو ۽ هو سلامت هو. هنکي صحيح سلامت ڏسي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي. هنجي صلاح تي آئون گاڏي جي هيٺان وڃي ڪئپٽن جي اردلي کي ڳولڻ لڳس. جيئن ته گاڏي جا گارڊر هڪ ٻئي سان پڇي ويا هئا انهيڪري تختا اکيڙڻ ڏاڍا ڏکيا ٿي پيا هئا. تنهن

هوندي به لڳاتار ڪوشش سان کي تختا اکيڙڻ ۾ سوڀارو ٿي ويس ۽ ڏٺم ته اردلي اونڪڙو ٿيو ويٺو هئو ۽ سندس هنج ۾ قرآن مجيد هو.

حرن واري مددگار ٽولي جي صفن وچان انڪل ڪري مون ٻه ماڻهو ريلوي اسٽيشن ڪسڪائي ڇڏيا ته جيئن اهي اسٽيشن ماسٽر جي معرفت سينئر ريلوي آفيسرن کان مدد وٺي سگهن. اها ڪوشش به ڪامياب نه ٿي سگهي ڇاڪاڻ ته اڳواٽ رٿيل منصوبي تحت ٽيليفون لائنون به ڪٽيون ويون هيون. انهي دوران اسان زخمين کي تڪڙي طبي امداد ڏيڻ جي ڪم ۾ جنبي وياسين ۽ مسافرن جي ٻنڪن مان پٽيون ڦاڙي زخمن تي ٻڌندا وياسين. اسانجا ڪي ٻه ڳپ پلارا هئا جو حمله آور حرن جي نظر تي نه چڙهياسين جي نه ته ٻين مسافرن وانگي اسين به ڏڪائي لڳي وڃون ها.

حادثي جي انڪل اڌ ڪلاڪ کانپوءِ اسانکي سڪر واري ڏس کان روشني اڳيان وڌندي ڏسڻ ۾ آئي. حرن سمجهيو ته امدادي ٽرين پهچي رهي آهي سو روشني وسامڻ کان اڳ ۾ ئي فرار ٿي ويا. اها روشني امدادي ٽرين جي يقيناً نه هئي ڇاڪاڻ ته اها ٽرين جاءِ واردات تي ٻي صبح ۱۱ وڳي پهتي. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته اها روشني ڇا جي هئي؟ ڇا ڪنهن ڪار جي لائيٽ هئي يا ڪو معجزو هئو! جيئن ته آئون انهي ٽرولي کي ملي نه سگهيو آهيان، انهي ڪري پڙهندڙن تي ڇڏيان ٿو ته اهي ٻاٽ پروڙين.

امدادي ٽرين جي پهچڻ کانپوءِ طبي عملي زخمين کي تڪڙي طبي امداد ڏني ۽ ڪين وات وارين ويجهڙي اسپتالن

ڏانهن رسايو. ٻين مسافرن وري جدا جدا گاڏن ۾ جڳهين وارڻ تي رش لائي ڏني. جيئن ته آئون مسافرن جي ٻرگهور لهڻ ۾ رڌل هيس، انهي ڪري چانهه ۽ گاڏي جي يادگيري ئي نه رهيم. پر ڪجهه وقت کانپوءِ اوچتو بک ستائڻ لڳي، انهي ڪري اسٽيشن تي ڪا فرسٽ ڪلاس هوٽل ڳولڻ لڳس. ٻين فرسٽ ڪلاس جي مسافرن کي ته مون کان به وڌيڪ بک هئي، ڪين اسٽيشن جي ڦيري وارن کان جيڪي مليو سو کائيندا ويا. بهرحال اسان هاڻي سڙي سان سفر ڪندا پنهنجي مصيبت واري سفر ۽ ڀوائتن تجربن کي ساريندا جدا جدا اسٽيشنن تي هڪ ٻئي کان موڪلائيندا وياسين.

## ۲- مارشل لا ۱۹۴۲ع

حرن جي پيچ ڊاهه وارين ڪارروائين جي ڪري سنڌ ۾ سول انتظاميا بلڪل ناڪاره ٿي ويئي هئي ۽ انهي ايراضي ۾ انتظام ۽ ضابطي جي حالت بنهه نازڪ هئي. انهي صورتحال جي خطري جي پيش نظر مارشل لا جي ضرورت پئجي ويئي ۽ انهي سلسلي ۾ پهرين جون ۱۹۴۲ع تي ضروري اپاءُ ورتا ويا. اپر سنڌ فورس جي نالي سان هڪ فورس ٺاهيو ويو جيڪو ميجر جنرل رچرڊسن جي هٿ هيٺ هو. اهو فورس ٻن برگيڊ جٿن ۽ شامل لشڪر تي مشتمل هو انهي فورس جي جوڙجڪ ڪجهه هن ريت هئي:-

انهي تنظيم جي ڪاميابي ۽ ناڪامي جو سچو آڌار جيئن ته انٽيليجنس جي ڪارڪردگي تي هئو، انهي ڪري انٽيليجنس جي جوڙجڪ تي روشني وجهڻ ضروري ٿو سمجهان. پوليس ڪمشنر مسٽر ايف - ايس -

جنرل آفيسر ڪمانڊنگ
حيدرآباد ۾ فورس هيڊ ڪوارٽر

| | |
|---|---|
| حيدرآباد برگيڊ گروپ. هيڊ ڪوارٽر حيدرآباد. ڪمانڊر، برگيڊيئر لنگلئنڊس کي ڊپٽي فورس ڪمانڊر طور ڪم ڪرڻو هو. | ڪوهاٽ برگيڊ هيڊ ڪوارٽر سانگهڙ |
| سول انٽيليجنس انچارج - مسٽر ايف - ايس - ينگ پوليس ڪمشنر | ملٽري انٽيليجنس سيڪشن انچارج - سينئر ملٽري انٽيليجنس آفيسر |

ينگ جي مدد هنجي اسپيشل ٽيم ۽ سنڌ پوليس ڪري رهي هئي. انهي ذريعي کان وصول ٿيندڙ اطلاع اڪثر تعصب ڪاڍڙ هوندا هئا، انهي ڪري انهن اطلاعن کي صحيح سمجهڻ ۾ وڏي خبرداري ڪرڻي پوندي هئي. ينگ هڪ تجربيڪار ۽ لائق آفيسر جي حيثيت سان اثرائتي نموني انهن اطلاعن جي ڇنڊڇاڻ ڪندو هو، جنهن ڪري هروڀرو ڪا خطا ڪانئي نه پئي. جيئن ته مسٽر ينگ جي شخصيت تڪراري نوعيت جي هئي، انهي ڪري انجو تعارف ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان.

ينگ انگلينڊ جو هڪ ڪامياب ۽ مشهور ڊاڪو هئو ۽ حڪومت هنکي پڪڙڻ ۾ ناڪام ٿي وئي هئي. برطانيا جي بادشاهه طرفان ڪيس انهي شرط تي معافي ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو ته هو هندستان وڃي اتي ڌاڙيلن ۽ چورن کي گرفتار ڪرڻ جو ڪم ڪندو. هن اها آڇ قبول ڪئي ۽ راجپوتانا ۽ سنڌ ۾ پنهنجي ذميداري قابل قدر نموني ادا ڪئي. هو عجيب غريب شخصيت جو مالڪ هئو. هو ڪنوارو هئو ۽ ڏاڍو سٺو قصي گو هو. لسي ۽ پاڪ هنجي پسند دي خوراڪ هئي. بادشاهه طرفان سونپيل ڪم کي دل جان سان ادا ڪندي پنهنجي باقي عمر آمدني پنهنجي اسپيشل ٽيم ۽ خابرون کي ڪارائتي پيارڻ تي کپائي ڇڏيندو هئو. هو تمام گهڻين خوبين جو ڌڻي ۽ پيارو ماڻهو هئو جيتوڻيڪ سندس جواني جي زماني ۾ سندس ڪردار ڪو چڱو نه هئو.

۹ جون ۱۹۴۲ع تي آئون فورس جو سينئر انٽيليجنس آفيسر مقرر ٿيس. انٽيليجنس سيڪشن ٽن آفيسرن، ٽن ٻين رئنڪن جي برطانوين ۽ ڇهن ٻين رئنڪن جي هندستانين تي مشتمل هئو. اسان جي فرض ۾ هيٺيان ڪم شامل هئا.

اطلاع گڏ ڪرڻ، انهن کي پرکڻ ۽ انهن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ. ڪن پوليس عملدارن اسانجي ڪم کي ڪجهه اوکو بنائي ڇڏيو هئو، ڇاڪاڻ ته اهي پير صاحب ۽ سندس مريدن خلاف واهيات قسم جي پروپئگنڊا ۽ افواهه پکيڙي رهيا هئا. اسان جي لاءِ پيو مٿي جو سور اهو هو ته سنڌ جا نقشا پورا صحيح ڪونه هئا، جنهن ڪري هوائي جهازن ذريعي ورتل تصويرن جي مدد سان ناري واري ايراضي جي نقشن تيار ڪرڻ ۾ ڪافي مشڪلات ڪرڻي پئي ته جيئن انهي ايراضي ۾ ڪارگذاري ڪندڙ لشڪر کي آساني ٿي سگهي. ڪي حر فقير تمام چالاڪ هئا ۽ هنن پنهنجو بهترين جاسوسي نظام قائم ڪري رکيو هئو. هو خبرون لهڻ ۽ انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ لاءِ سڀ ممڪن وسيلا اختيار ڪندا هئا. هنن مردن، ٻارن ۽ عورتن کي خبرچار لهڻ لاءِ مقرر ڪري ڇڏيو هئو، ايتري قدر جو انهن ايراضين ۾ به سندن خابرو ۽ جاسوس سرگرم هوندا هئا، جيڪي ايراضيون لشڪر جي قبضي ۾ هيون. هنن ڪن سرڪاري جاسوسن جون به خدمتون حاصل ڪري ورتيون هيون. انهي ايراضي ۾ پرامن حرن ۽ ٻين ماڻهن جو وڏو تعداد به فقيرن سان سهڪار ڪندو هئو. لشڪر جي چرپر جي سار لهڻ لاءِ هنن پيرا کڻندڙ به مقرر ڪري ڇڏيا هئا جنهن ڪري ڪيترا ڀيرا مصيبت ۾ ڦاسڻ کان بچي ويا.

رات جو ڪرفيو لاڳو ڪيو ويو ۽ حڪم ڏنو ويو ته جنهن وٽ به جيڪي هٿيار هجن سي ويجهن ٿاڻن تي جمع ڪرائين ۽ حرن جي چرپر ۽ موجودگي بابت ايراضي ۾ موجود قريبي لشڪر کي اطلاع پهچائين. انهن حڪمن جي پوئواري نه ڪرڻ جي صورت ۾ سخت قدم کڻڻ جي به ڌمڪي ڏني وئي.

جيئن ته حرن جو جوش ۽ جذبو چوٽ تي هئو، انهي ڪري هنن اهڙن حڪمن جي نڪي جيتري به پرواه نه ڪئي. هنن جو اندازو صحيح هئو ته هنن جي ڪاررواين جي نتيجي ۾ شهري انتظاميا اپاهج ٿي ويئي هئي ۽ اختياري وارن کي مارشل لا جو سهارو وٺڻو پيو. هنن اهو به سمجهيو پي ته ٻي مهاڀاري جنگ ۾ جرمني ۽ جپان طرفان برطانيا تي متواتر حملا ڪيا پيا وڃن

جن جي نتيجي ۾ برطانيا پنهنجي ساري سگهه وڃائي ويهندو ۽ هن وٽ سواءِ انهيءَ جي ٻي ڪابه واٽ نه رهندي ته هو هندستان تان هٿ کڻي وڃي. ان جي ڪري لازمي طرح سنڌ، پير صاحب جي ٻاٿ پوندي. انهي تاثر هنن جون همٿون وڌائي ڇڏيون هيون ۽ هنن مناسب وقت اچڻ جي انتظار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انهي دوران هنن ظاهري طور تي تعاون جو مظاهرو ڪندي پنهنجا ڪي اضافي هٿيار جمع ڪرائڻ شروع ڪيا ۽ پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ هڪ بندوق ۽ گهوڙي پڻ وٽ رکيا.

هنن تي عام تاثر هيءُ ها ته جلدي ئي جرمني، لنڊن تي حملو ڪري ڏيندي ۽ گادي واري شهر هٿان وڃڻ ڪري برطانوي لشڪر سوگهو ٿي ويندو. انهي شڪست جي نتيجي ۾ اهي سڀئي ملڪ جن کي انگريز زوري غلام رکيو ويٺا آهن سي آزاد ٿي ويندا. اهڙي صورتحال ۾ انگريز سرڪار لاءِ سواءِ انهي جي ٻيو ڪو چارو نه رهندو ته اها سنڌ کي پير صاحب جي حوالي ڪري. اهڙي حالت ۾ هنن، لشڪر سان مهاڏي اٽڪائڻ کان پاسو ڪرڻ ۽ رازدارانه نموني دوستي وڌائڻ ئي چاهي. هن موقعي تي انهي ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان ته جيڪڏهن هٽلر جنرل روميل جي آنٽورپ ڏانهن پيش قدمي کي نه روڪي ها ته ڊنڪرڪ جي ڪناري ڪجهه ٻي هجي ها ڇاڪاڻ ته انگريز هن کان وڌيڪ خراب طرح ڦيڙيا وڃن ها. منهنجي خيال ۽ يقين مطابق انهي ساري سڄاڻپ پري حڪمت عملي جو سهرو خود پيرصاحب جي سر آهي.

فقيرن فيصلو ڪيو هئو ته آهي پير صاحب جي نالي ۾ پنهنجي جدوجهد جاري رکيو ايندا ۽ قربانين لاءِ پير تريءَ تي رکيو وتندا. تنهن ڪري نئي هنن مارشل لا جي پرواهه نه ڪندي پنهنجون خطرناڪ سرگرميون جاري رکيون. سرڪاري فورس انهي ايراضي ۾ مشڪوڪ ماڻهن کي بنا فرق جي گرفتار ڪندي سندن گهرن ۽ جهوپڙين کي باهيون ڏيئي ناس ڪندي رهي. لشڪر جي ڪارگذاري کي آسان بنائڻ لاءِ هن ايراضي جي ماڻهن کي نادري حڪم ڏنو ويو ته اهي ڏهن ڏينهن اندر پنهنجا اباڻا ڳوٺ ڇڏي نارا ڪئنال جي اوڀر ۾ هليا وڃن. مقرر وقت کانپوءِ انهي ايراضي ۾ جنهن کي به ڏٺو ويو تنهن کي گوليءَ سان اڏايو ويندو. انهيءَ لڏپلاڻ سبب سارو ماڻهن ۽ سندن چوپائي مال کي سخت ڪشالا ڪڍڻا ۽ عذاب ڀوڳڻا پيا.

حرن جي لڪڻ ۽ بچاءَ جون جايون ريگستاني هيٺاهيون، ڍنڍون ۽ ٻيلا هئا، هنن پنهنجين ڪاررواين لاءِ سانگهڙ جي مکي ڍنڍ کي اڏو بنايو هو. اهو علائقو لشڪر جي چرپر لاءِ بنهه اڙانگو هئو انهيءَ ڪري ئي حرن ان کي سلامتي وارو سمجهندي پنهنجو هيڊ ڪوارٽر بنايو. بهرحال انهي اڙانگي علائقي ۾ رات ڏينهن وڏي پيماني جي هوائي حملي ۽ فوجن جي چرپر ماڻهن تي چڱو اثر ڇڏيو ۽ اهي ڊپ وچان حڪمن جي پوئواري ڪرڻ ۽ لشڪر سان مهاڏي اٽڪائڻ کان پاسو ڪرڻ لڳا.

پهرين جولاءِ ۱۹۴۲ع تي اسان انهي ايراضي ۾ گورکا پلٽڻ (ڇاتہ بردار) لاٿي ته جيئن اها قانون دشمن حرن جي مضبوط دفاعي اڏن جو وڏي پيماني تي خاتمو ڪري سگهي. انهي دوران ڪوهاٽ برگيڊ جي سپاهين رستي وارن واهڻن ۽ گهرن کي باهيون ڏيئي ڪاميابي سان ڇاته بردار فوج سان رابطو قائم ڪري ورتو.

حرن جي انهن مضبوط دفاعي اڏن تي ڏيل حملن جو ماڻهن ۾ خاطرخواهه ڌڪ ٿيو ۽ حرن پنهنجي ساک ۽ همت کي قائم رکڻ لاءِ مختلف ڳوٺن تي اندادند حملا شروع ڪري ڏنا ۽ سرڪاري لشڪر لاءِ جاسوسي ڪندڙ مشڪوڪ ماڻهن کي قتل ڪيائون. هنن جا جيڪي ماڻهو لشڪر سان مقابلي ۾ مرندا هئا تن کي هو شهيد سڏي وڏي عزت ۽ احترام سان دفنائيندا هئا ۽ ٻاٿ جن ماڻهن کي ماريندا هئا (سرڪاري فوجي ۽ انهن جا ڇاڙتا) تنکي غدار ۽ دلال سڏي ننديندا هئا. هنن جو پختو يقين هئو ته ريلواين تي ڪيل حملا ماڻهن جي همٿن کي وڌائيندا.

فقيرن ۹ سيپٽمبر ۱۹۴۲ع تي بمبئي ميل کي ڪيرائڻ جو منصوبو سٽيو. جيئن ته هنن وٽ فش پليٽن اکيڙڻ جا اوزار ڪونه هئا، انهيءَ ڪري وٽن جا ڌار ڪمپوڙيءَ تي رڪاوٽ وجهڻ جي رٿ رٿيائون. هن رٿا جي ڪاميابي لاءِ ريل گاڏي جي پهچڻ کان اڳ اها رڪاوٽ کڙي ڪرڻي هئي. خوشقسمتي سان ٽرين نئين ٽائيم ٽيبل مطابق اڳوڻي وقت کان هڪ ڪلاڪ اڳ هلي. جيئن ته حرن ٽرين جي پهچڻ جي وقت جو اندازو صحيح نه لڳايو انهي ڪري پوري طرح رڪاوٽ اڃا کڙي نه ڪري سگهيا هئا ته ٽرين پهچي وئي ۽ انجڻ جي هڪ ني ٽڪر سان معمولي ڏ

هئا ۽ پولانيون ڪائيندا آڏامي ويا ۽ انهن ڳڙڪ نه ڪندي صحيح سلامت لنگهي ويئي. بهرحال ريل ڪيرائيندڙ حرن کي انهي تماشي تي ڏاڍو مزو آيو هوندو. انهي واقعي کانپوءِ ريل جي پٽڙين تي سخت چوڪسي رکي ويئي. ساڳئي وقت ڪئنالن جي حفاظت لاءِ به احتياطي تدبيرون اختيار ڪيون ويون ته جيئن حر ڪئنالن کي ٽوڙي نه سگهن.

سرڪاري لشڪر جي چرپر کي ڏکيو ۽ محدود ڪرڻ لاءِ حرن پاڻي پيئڻ جي کوهن جي وڏي تعداد کي ڍاهڻ ۽ لٽڻ شروع ڪري ڇڏيو ۽ باقي چند کوهه صرف پنهنجي استعمال لاءِ سلامت ڇڏيا. لشڪروري جوابي ڪارروائي ڪندي باغين طرفان بچايل کوهن مان ڪيترا تباهه ڪري ڇڏيا جنهن ڪري انهي ايراضي جي عوام ۽ سندن چوپائي مال کي پاڻي نه ملڻ ڪري سخت پيڙائون ڀوڳڻيون پيون. حر ريگستاني علائقي ۾ تيز رفتاري سان چرپر ڪري ٿي سگهيا تنهن ڪري لشڪر جي چرپر کي انهن جي تيز رفتاري جي برابر ڪرڻ لاءِ اُٺن جو بندوبست ڪيو ويو. پر اهي اُٺ سوار جتا صرف انهن هنڌن تي چرپر ڪري ٿي سگهيا جتي پاڻي موجود هئو جي نه ته بي حالت ۾ اسان کي هوائي فوج جي مدد تي ڀاڙڻو پي پيو.

هوائي حملو شروع ڪيو ويو هئو. جهوپڙيون ۽ گهر آتشي بمن سان تباهه ڪيا ويا ۽ حرن کي جيڪي هڪ کوه کان ٻي کوه ڏانهن ڀاڄي ڀڄڻ لاءِ ويا ٿي هوائي جهازن سان مشين گن جي گولين جو بک بنايو ويو. حرن ۾ ڌڪ ۽ وجهڻ ۽ سندن همت ٽوڙڻ لاءِ حيدرآباد برگيڊ کي پير ڳوٺ واري پير جي محل کي تباهه ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو. انهي مقصد لاءِ حيدرآباد برگيڊ هيڊ ڪوارٽرس کي وڏي لشڪر ۽ انجنيئرن سميت ڪنگري واري ايراضي ۾ منتقل ڪيو ويو. انهي ڪارگذاري جو مقصد هي هئو ته:

الف - پير صاحب جي شان ۾ گستاخي ڪري ڪيس مريدن جي نظرن ۾ ڪيرائجي.

ب - فقيرن ۽ غازين کي ڀڙڪائجي ته جيئن اهي مرشد سان ٿيل گستاخي جي بدلي وٺڻ لاءِ لشڪر تي وڏي پيماني تي حملا ڪن.

پ- هن ايراضي ۾ حڪومت جي اختيار ۽ قبضي جو مظاهرو ڪجي.

فوج طرفان پير صاحب جي گهر ڏانهن ويندڙ سڀ رستا ۽ لنگهه بند ڪيا ويا ته جيئن هن ايراضي ۾ حرن جي وڏي پيماني تي چرپر نه ٿي سگهي. پير صاحب جو محل ڪوٽ جي اندر هئو ۽ عمارت سان گڏ مسجد به هئي. مسجد کي نقصان کان بچائڻ لاءِ ٻهريائين محل ۽ مسجد جي درمياني حصي کي مزدورن وسيلي ڊهرايو ويو ۽ پوءِ محل جي عمارت کي بارود سان اڏايو ويو.

انهي ڪاوڙ ڏياريندڙ ڪارروائي جو به ڪو ڪڙتيل نه نڪتو، ڇاڪاڻ ته حر تمام هوشيار ۽ چالاڪ هئا، هنن ترت جوابي ڪارروائي ڪرڻ بجاءِ حڪمت عملي واري خاموشي اختيار ڪرڻ بهتر سمجهي ته جيئن مناسب موقعي لاءِ پنهنجي سگهه سهيڙي سگهن.

حرن سان ڪي سرحد ٽپي راجپوتانا رياست وڃي پهتا ۽ اتي پنهنجن جٿن جي، نئين سر تنظيم ڪرڻ لڳا. بهرحال ان هوندي به انهن جي وڏي ڪارروائي جي ڪري گهڻائي غازي گرفتار ٿي پيا ۽ باقي ٽورا وڃي پڻيان بچيا.

جنرل صاحب جيسلمير رياست جي جاسوسي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ته جيئن انهي ايراضي ۾ حرن جي چرپر بابت تازي خبرچار حاصل ڪري سگهجي. بدقسمتي سنهنجو پيچو نه ڇڏيو ۽ هي تمام اڙانگو ڪم سنهنجي حوالي ڪيو ويو. مونکي رڃ ٿي رڃ ۾ اٺ تي انڪل ٽن سئو ميلن جو نهايت اڙانگو سفر ڪرڻو هو. رياست ۾ پهچڻ کانپوءِ مونکي ٽن ڏينهن تائين زوري سرڪاري مهمان طور ترسايو ويو ۽ پوءِ هڪ سئو پلوڙ ڪاٺو اٺ ڏنو ويو. اها هلت معززين واري سلوڪ تحت ڪئي ويئي. حقيقت ۾ اٺ جي رفتار تمام تيز هئي ۽ مون اڃا هڪ ميل جو سفر مس ڪيو هئو ته اڃي پڻي جي ڪنڊي ۾ سور پيم. خدا خدا ڪري انهي اٺ کان جند ڇڏائي ٻيو اٺ ورتم، جنهن تي بنا ڪنهن تڪليف جي باقي سفر طئي ڪيم. بعد ۾ مونکي خبر پئي ته رياست جي راجا جي نيت مونکي تنگ ڪرڻ ۽ پنهنجي ڪم ۾ ناڪام ڪرڻ جي هئي ڇاڪاڻ ته هو اٺ ڪوڏيل مهمان کي نه سهندو هو.

هتي جي حالتن کي ڏسڻ وائسڻ کانپوءِ مونکي پتو پيو ته ريگستان ۾ ٿر جا ماڻهو ڏاڍا مسڪين آهن. هنن جي کاڌي خوراڪ جو سڪيم ذريعو ولين جا ڇوڏا ۽ سڪڙ هئا. پيئڻ جو پاڻي انهن تلائن مان پرينda هئا جن ۾ سندن چوپايو مال به پيو پوٽ وجهندو هئو. مون انهن تلائن ۾ مال کي وهنجندي ۽ مٽندي به ڏٺو. جيئن ته جيسلمير رياست ۾ به پيئڻ جي پاڻي



پيرصاحب جي آخري تصوير جنهن ۾ ڪمشنر سنڌ پوليس ايف ايس ينگ ۽ ڪجھ مريد به نظر اچن پيا.

جو ذريعو ساڳيو هئو انهيءَ ڪري سون ڪوھ جي لوڏاڇي ٻاڏي تي گذاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سونکي تاڻ ڏنو ويو هئو ته اهو ٻاڏي محل جي ڪوهه مان آندو ويندو هئو ۽ جڏهن ڪم جي پڄاڻي ڪري ورڻ جي ڪم ته پتو پيو ته اهو لوڏاڇو ٻاڏي ٻـ ساڳئي تلاءَ جو هئو. شڪر ٿيو جو اها پڌراڻي پڄاڙي ۾ ٿي جي نه ته آئون اڄ وکهي ٿـي وڃان ها.

هڪ ڏينهن سونکي حڪم اچي ڏيو ته سنجهند جو اڏائي وڃي حيدرآباد هوائي اڏي تي ڊبلي فورس ڪمانڊر سان سلان. هـيءَ حڪم حيرت ۾ وجهندڙ هئو انهيءَ ڪري آئون دليل ڊوڙائيندو رهيس تـه ڪهڙي ڪيڏ ٿي سگهي ٿـي. جڏهن آئون منزل مقصود تي پهتس ته اتي برگيڊيئر لئنگلئنڊس ۽ فريڊي يونگ ڪـي اڳواٽ موجود ڏٺم. مسٽر يونگ مون کي ٻڌايو تـه اسين هتي پير پاڳاري کي ملڻ لاءِ آيا آهيون جيڪو ناگپور جيل ڪان هوائـي جهاز ذريعي آنـدو پيو وڃي. چنـد گهڙين ڪان پوءِ اها معزز شخصيت به اچي پهتي ۽ هـن کي سخت پهري هيٺ بند ونگن ۾ سينٽرل جيل حيدرآباد آندو ويو.

هن تي جنرل ڪورٽ مارشل ۾ مقدمو هلايو ويو ۽ ٢٠ مارچ ١٩٤٣ع تي هن کي ڦاسي جي سزا ڏني ويئي. جيئن تہ مقدمي جـي ڪارروائي ۽ پير صاحب (شهيد) جي دفن ڏيڻ واري هنڌ کي راز ۾ رکيو ويـو هئو انهي ڪري ذاتي معلومات جي باوجود ان تـي ڏيڪا ٽپڻي ڪرڻ ڪان في الحال پاسو ڪريان ٿو. (فاضل ليکڪ فوجي اختياري وارن جي اجازت ڪان پوءِ مضمون جي پنجين قسط ۾ انهن رازن تان پردو هٽايو آهي. اهو احوال مضمون جي آخر ۾ آيل آهي — رنگريز)

(هلندڙ)

# ٻُڪ

"اسين اهڙي وقتي ۽ ۾ پيدا ٿيا آهيون جيڪا ٻن تهذيبن جو وچ وارو عرصو آهي. هڪ تهذيب مري رهي آهي ۽ ٻي جنم وٺي پئي ـ ان ڪري هي وچ وارو وقت ٻُڪ جو وقت آهي. ماني ۽ جي ٻُڪ انسانيت جي ٻُڪ ۽ پيار جي ٻُڪ ـ اها تاس هينئر اجهامي ڪونه ٿي سگهي. باقي ان مان ڪم وٺي سگهجي ٿو."



# شڪارپور جو شهر هو ايشيا ۾ لاجواب



رشيد ڀٽي

سنڌ جا اڪثر تاريخي شهر صلح سانت ۽ خوشحالي جي دور ۾ وجود ۾ آيا ۽ وڌيا ويجهيا آهن. ان جي ابتڙ شڪارپور جو شهر مقامي جهيڙن، گهرو لڙاين ۽ سياسي بحرانن ۾ ٺهيو ۽ اسريو. سورهين صديءَ ۾ سنڌ جي چانڊڪا پرڳڻي ۾ ڪلهوڙن جو خاندان هڪ مذهبي ۽ روحاني قوت ٿي اڀريو. سندن مريدن جو تعداد وڌيو ته مغل نوابن کان جاگيرون ڏني ۽ انهن جي لاءِ حمايت حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. اهڙيءَ ريت هيءُ خاندان فقيريءَ ۾ فوجي طاقت ٿي اڀرڻ شروع ٿيو. هن خاندان ۾ چينو، ڇيني يا چينا خان پهريون شخص آهي جو چانڊڪا ۾ سياسي قوت ٿي مشهور ٿيو. سندس ٻئي ٻچاڏا هن جي پڻ پٽن امير محمد مهدي خان ۽ امير دائود خان ۾ گديءَ تان ٽڪر ۽ جهيڙو شروع ٿيو. اهڙي ريت سنڌ جي سري ۾ ٻه سياسي قوتون، مذهبي پيشوائيءَ سان پيدا ٿيون. وڏو ڀاءُ محمد مهدي ۽ ان جا پويان ڪلهوڙا سڏجڻ لڳا، ۽ ننڍي محمد دائود جا پويان داؤد پوٽا سڏائڻ لڳا. داؤد پوٽا جڏهن ڪورڪو ڏنڊو ڇڏي تلوار جا مالڪ ٿيا ته سکر ضلعي جي خانپور محال ۽ ترائيءَ جي علائقي ۾ سياسي اقتدار جا مالڪ بڻجي پيا.

شڪارپور جو شهر انهن داؤد پوٽن جو امتيازي ڪارنامو آهي. ان بابت ٻه رايا نه آهن ته هن شهر جو بنياد ڪنهن ۽ ڪڏهن وڌو. شهر جو بنياد داؤد پوٽن هٿان ١٠٢٦هه يا ١٦١٧ع ۾ پيو. لکي در ٻاهران حاجي فقير دلاور جي مسجد ۾ جو ڪتبو لڳل آهي، ان جي لفظ "غوڪ" سان ابجد موجب شهر جي بنياد پوڻ جي تاريخ ١٠٢٦هه ثابت ٿئي ٿي. البت شهر جي باني متعلق تاريخن ۾ اختلاف ملي ٿو. اوائلي دور جا مورخ لکن ٿا ته هن شهر جو بنياد داؤد خان جي پوين مان مير بهادر خان اول رکيو هيو، جو جهانگير ۽ شاهجهان جو همعصر هيو. جهانگير ۽ شاهجهان جو دور ١٦١٧ع کان گهڻو اڳ هيو. ان ڪري تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا دور) جو مصنف مولانا غلام رسول مهر ان راءِ جو آهي ته هن شهر جو باني بهادر خان اول نه، پر بهادر خان ثاني آهي، جو اورنگزيب جو همعصر هيو. بهادر خان ثاني سنڌ ۾ ترائيءَ جي



علائقي ۾ اقتدار ۽ اثر رسوخ حاصل ڪيو. ان وقت امير ميرزا خان بکر ۾ مغلن جو نواب هيو ۽ ساڳئي ئي وقت سبي ۽ ڊاڍر جو ناظم پڻ. سبيءَ جي نظامت ۾ خانپور جو محال به اچي ٿي ويو جنهن جي حد هيٺ لکيءَ تائين هئي، ۽ وچ ۾ گهاٽو جهنگ شڪار لاءِ هوندو هيو. مير بهادر خان ثانيءَ نواب ميرزا خان کان خانپور محال واري علائقي جو جهنگ ترائيءَ جي عيوض گهري ورتو. وچ سان جهنگ جو ٽڪرو صفا ڪرائي هن اتي پنهنجي خاندان ۽

شاهه بهي قرين ۾ ڏاهه جي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب نه ٿيو. هي بزرگ پنهي قرين جو مرشد هو. نيٺ لکي ۽ وزيرآباد جا شهر سالي هڪ ٿي ويا. ۽ تر جي بڙدين ۽ جتوئين کي ساڻ ڪري دائود پوٽن سان وڙهڻ لاءِ سنهري نڪتا. شڪارپور ۽ لکيءَ جي وچ ۾ فولاد واهه وٽ پنهي فوجن ۾ جنگ لڳي، مهرن هارايو ۽ اهڙي ريت ۱٦٠٣ع ۾ لکيءَ جو ڪوٽ به دائود پوٽن کي هٿ آيو ۽ هنن جو سياسي اقتدار علائقي ۾



جماٽي هال شڪارپور

وڌيڪ مستحڪم ٿيو. ان ڪاميابيءَ لاءِ دائود پوٽا سلطان ابراهيم شاهه جي دعا کي به هڪ سبب سمجهن پيا. لکيءَ شهر جي پاهران ڳڙهو مقام ان جنگ جي شهيدن جو يادگار آهي. شڪارپور جي نزديڪ چوڏسي ڳوٺ جي وڏيري چوڏهيي خان جي پٽ پنهوءَ خان بهادر خان جي مدد ڪئي هئي. ان جي نالي تي پنهو واهه ۽ پنهو بند اڄ به مشهور آهن. ان فتح جي ياد ۾ دائود پوٽن هڪي شهر پڌائڻ جو خيال ڪيو. چونڊا ته سلطان ابراهيم شاهه ڏي گهرايو ويو،

مريدن لاءِ وسندي ڏاهي، ۽ باقي علائقو شڪار لاءِ ڇڏي ڏنو. ان شڪارگاهه جي نسبت سان ئي هن نئين وسنديءَ تي شڪارپور نالو پيو.

ان وقت لکي جي علائقي تي مهرن جو تسلط هيو. مهرن نه پئي چاهيو ته سندن علائقي يا آس پاس ۾ ڪا نئين طاقت اچي ۽ آسري، خاص ڪري دائودپوٽن جي، جن جي پويان مذهبي ۽ روحاني تقدس ۽ تقليد به هئي. هنن دائود پوٽن سان ڇڙڇاڙ شروع ڪئي. لکيءَ جي هڪ بزرگ ۽ درويش سلطان ابراهيم

ڏنهن ڪجهه ٻڙڪي شوڪاري هڪ هنڌ ڪلو ڪوڙيو ۽ چيو: "هتي هڪ شهر ٺهڻ گهرجي ۽ ان جو نالو شڪارپور رکيو وڃي." اهڙي ريت شڪارگاهه شڪارپور ٺهيو.

لکيءَ جي ڪوٽ سان دائود پوٽن کي اَٽرو خزانو هٿ لڳو جو هنن شڪارپور شهر کي چوڌاري عالم پناهه ڏياري، جا ۱۰-۵۱ فوٽ ويڪري هئي. ان کي اٺ دروازا هيا، جن جا نالا گهڻو ڪري، چوڌاري شهرن ۽ ڳوٺن ڏانهن ويندڙ رستن جي مدنظر رکيا ويا هيا. جهڙوڪ: لکي در، سري در، واڳنو در، خانپور در، نوشهرو در، ڪرڻ در، هزاري در ۽ هاٿي در. ڪي مورخ لکن ٿا ته ان عالم پناهه کي هڪ دري به هئي جا "صديق ماڙيءَ واري دري" جي نالي سان سڏبي هئي.

ميان دين محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ سوٽن ۾ تڪرار شروع ٿيو. ان تڪرار ميان يار محمد جي ڏينهن ۾ خوفناڪ صورت اختيار ڪئي. مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته ميان يار محمد جي ڏينهن ۾ اهو شهر پنوهرن جي هٿ ۾ هيو، جن کان ڪسي يار محمد ڪلهوڙا سلطنت ۾ شامل ڪيو ۽ مٿس خدا آباد نالو رکيو. پر غلام رسول مهر ان راءِ جو آهي ته اها شڪارپور پنوهرن واري پئي هئي جا يارمحمد فتح ڪئي هئي. موجوده شڪارپور ته ڏينهن ۾ دائود پوٽن جي حڪومت ۾ هئي. ان وقت سبي ۽ ڊيڊر جي ناظم نواب مرزا خان رعايا تي ڏاڍا ظلم پئي ڪيا. پٽ جي اطاعت وٺڻ لاءِ هن ماڻهو مارائڻ به شروع ڪيا هيا. ان ڪري رعيت سندس خلاف اٿي کڙي ٿي. سندس پٽ مختيار خان ڀڄي دائود پوٽن وٽ شڪارپور ۾ ... هـ

ورتي. ستت ئي مرزا خان مري ويو. بکر جي نواب سبي ۽ ڍاڍر جي ناظم جو پروانو بختيار خان کي ڏنو. اقتدار ملڻ سان ئي هن محسنن سان هٿ ڳنڍيا ۽ دائود پوٽن کي شڪارپور مان هڪالي ڪڍيو. ان دوران بهادر خان ثاني فوت ٿي چڪو هو، ۽ سندس پٽ مبارڪ خان دائود پوٽن جو سردار هو. مبارڪ خان ان ظلم ۽ ڏاڍ خلاف شهزادي معزالدين ڏانهن ملتان دانهي ٿي ويو. معزالدين ڪاوڙجي دائود پوٽن سان شڪارپور تي ڪاهي آيو. بختيار کي شڪست ۽ موت نصيب ٿيو. سندس لاش کي چار ٽڪر ڪيو ويو ۽ هر ٽڪرو شڪارپور، خانپور، بختيار پور ۽ بکر جي شهرن ۾ لٽڪايو ويو. شهزادي معزالدين شڪارپور واپس دائود پوٽن کي موٽائي ڏني.

ميان يار محمد جي پٽ ميان نور محمد ڪلهوڙي اقتدار ۾ اچڻ بعد دائود پوٽن تي زور آندو ته هو شڪارپور ڇڏي وڃن. دائود پوٽن سندس چيو نه مڃيو ۽ احتياطاً قلعي کي مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو. سن ١٧٢٣ع ۾ ڪلهوڙا شڪارپور تي ڪاهي آيا. نو مهينا گهيرو ۽ لڙائي هلي. آخر فيبروري ١٧٢٤ع ۾ جنگ ختم ٿي ۽ عهدنامو ٿيو. مبارڪ جي مرڻ بعد محمدصادق دائودپوٽن جو حاڪم ۽ شڪارپور جو والي ٿيو. ان جي عهد ۾ ميان نور محمد جو لشڪر وري ١٧٣٥ع ۾ شڪارپور تي ڪاهي آيو. هن ڀيري دائود پوٽن هارايو ۽ پنجاب طرف ڀڄي ويا. اُچ جي سجاده نشين کين ملتان گهرايو ۽ اتي کين هڪ وڏي جاگير عطا ڪئي.

١٧٣٩ع ۾ هندستان کان موٽندي نادر شاهه افشار سنڌ تي



احمدشاهه ابدالي جي ٺهرايل اچي مسجد

ڪاهي آيو. ڪلهوڙن سان مقابلي ۾ دائود پوٽن نادر شاهه جي مدد ڪئي. نور محمد ڪلهوڙي اٺ مڃي تاوان ۽ ڏن ڏيڻ قبول ڪيو. هن دائود پوٽن کي عيوض ڏيڻ چاهيو پئي. ان ڪانسواءِ سندس مراد سنڌ کي ورهائي مٿس حڪومت ڪرڻ جي به هئي. هن سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو ۽ شڪارپور ۽ ڀر وارو علائقو محمد صادق دائود پوٽي کي ڏنو. محمد صادق پنجاب طرف مليل جاگير پٽ بهاول خان کي سونپي، پاڻ شڪارپور ۾ اچي رهڻ لڳو. ان سمي بکر پرڳڻي تي، جنهن ۾ سبي ۽ شڪارپور به اچي پئي ويا، افغان سرڪار پاران شيخ صديق نواب هو، جو شڪارپور ۾ رهندو هو. صادق دائود پوٽي جي مٿي پچاڻا هن شڪارپور تي اختيار هلائڻ شروع ڪيو. صادق خان جا پٽ بهاول خان ۽ عليمراد خان شڪارپور تي لشڪر ڪاهي آيا. شهر ۾ جنگ لڳي جنهن ۾ نواب صديق مارجي ويو. شڪارپور جو محلو صديق ماڙي ان افغاني نواب جي نالي سان منسوب آهي. نواب جي پاند ڪرڻ لاءِ نادر شاهه سپهه سالار

طهماسپ جي ڪمان هيٺ شڪارپور تي حملو ڪرايو. دائودپوٽن پنهنجون عورتون ڪهي افغان ڪمڪ جو مقابلو ڪيو. جنهن مار کاڌي ۽ هميشه لاءِ سنڌ ڇڏي پنهنجي نئين جاگير ڏانهن هليا ويا. ڪي تاريخدان چون ٿا ته دائود پوٽن پنهنجو عالمنشين جاگير ڏي اماڻيو ۽ پاڻ مقابلي لاءِ تيار ٿيا. شاهه طهماسپ پهتو ته بنا مقابلي ڀڄي شڪارپور خالي ڪري ويا. بهرحال ان تي ڪوبه اختلاف نه آهي ته اها دائود پوٽن جي آخري ڀاڄ هئي ان بعد هنن وڃي پنهنجي نئين جاگير سنڀالي جا پوءِ بهاولپور رياست جي نالي سان، ايڪنب جي جاگرافيءَ ۽ تاريخ ۾ مشهور ٿي. ڪي مورخ لکن ٿا ته گذريل وفادارين ۽ خدمتن جي بدلي ۾ نادر شاهه دائود پوٽن سان راضي ٿيو ۽ کين شڪارپور بجاءِ غزنوي صوبي جي نوابي بخشي. مارچ ١٧٧٥ع ۾ صادق خان غزني وڃڻ لاءِ بهاولپور کان شڪارپور پهتو. اتي افغاني عملدارن سان اڻ بڻت ۽ جهڳڙو ٿيو، جنهن ۾ هو مارجي ويو. ان بعد سندس پوين وڃي بهاولپور وسائي. [illegible]

افغانن سان ڏاڍ ۽ دوستي ڪئي ۽ اتر سنڌ، سکر، بکر ۽ شڪارپور شهرن سميت ڏري گهٽ افغان سرڪار جي ماتحت اچي ويئي. افغانن جو تسلط هڪ نه ٻئي رستي ١٧٤٧ کان ١٨٢٤ع تائين شڪارپور شهر ۽ اتر سرحد تي رهيو. هونئن به ماضيءَ ۾ ڪافي عرصي کان سنڌ جي تقدير ايران، بلوچستان ۽ افغانستان سان ٻڌي وابسطه رهي آهي. شايد ان ڪري ئي سنڌ ۾ ان پيشنگوئي نما چوڻيءَ جنم ورتو ته ”جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي قنڌارون جو ڪو.“

نادر شاهه جي موت کانپوءِ افغانستان ۾ احمد شاهه ابدالي قوت ٺي اپريو. ميان نور محمد مقرر ڏن ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو. ان ڪري احمد شاهه پاڻ ئي پٺ کان سوڙهندي پنجاب ويندي سنڌ ۾ پير گهمايو. نورمحمد پنهنجي پٽ محمد مراد کي سندس خدمت ۾ موڪليو، جنهن ١٢ لک رپيا ساليانو ڏن ڏيڻ قبوليو ۽ موٽ ۾ احمد شاهه نورمحمد کي سنڌ جي نوابيءَ جو پروانو ڏنو ۽ شڪارپور به سندس حوالي ڪئي. پر گڏوگڏ اتي افغان نواب به رهندو هو، جو صحيح معنيٰ ۾ شڪارپور جو والي هوندو هيو ڪلهوڙا نالي ماتر حاڪم ۽ ڏن ڀرو هيا. اهڙا حالت غلام شاهه ڪلهوڙي تائين ظراچي ٿي، جنهن ۾ شڪارپور تي اصل حاڪميت ڪلهوڙن جي نه پر افغان نواب جي هوندي هئي جو سبي - ڊادر جو ناظم سڏبو هيو.

ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ ڪي غلط فهميون ۽ ناراضگيون پيدا ٿيون. عبدالنبي ڪابل ڪئي ڏن ڏيڻ ۾ به گس گساءِ ڪرڻ لڳو. سرفراز خان ڪلهوڙي جي قتل سبب عبدالنبيءَ خلاف عزت خان به تخت جو وارث ٿي انجي دعويٰ ڪرڻ لڳو. عزت يار خان وڃي ڪابل ۾ احمد شاهه جي پٽ تيمور شاهه جي مدد ورتي جو ڪابل جي تخت تي ويٺو هيو، ۽ عبدالنبي تي ڏن نه ڏيڻ ڪري ڪاوڙيل هو. تيمور شاهه عزت يار خان کي حڪومت جو پروانو ڏنو ۽ سپه سالار محفوظ خان جي سرڪردگيءَ ۾ فوج به مدد ۾ ڏني. افغاني لشڪر شڪارپور پهتو، ته عبدالنبي خان به موقعي جي نزاڪت ڏسي ٽالپرن کي پٺ سان ڏهي وڌو ۽ مير بجار خان سان گڏ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جو گڏيل لشڪر وٺي شڪارپور طرف وڌيو. لکي ۽ شڪارپور جي وچ ۾ ١٧٨٩ع ۾ جنگ لڳي. افغان فوج شڪست کائي وڃي شڪارپور ۾ قلعي بند ٿي. مير بجار خان گهيرو ڪيو ۽ آخر قلعو فتح ڪيو. ان شڪست تي ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ شاهه تيمور پاڻ وڏو افغاني ڪٽڪ وٺي شڪارپور تي ڪاهي آيو. جنگ شڪارپور جي پرسان لڳي، پر ڪنهن به نتيجي کان اڳ ۾ ٽرين هڪ عهد نامي هيٺ ٺاهه ڪيو، جنهن موجب ڪلهوڙن ۽ ميرن سٺ لک تاوان ڀري ڏنو ۽ ساليانو ڏن ادا ڪرڻ جو به انجام ڪيو. ان وقت شڪارپور قنڌار جي گورنر غلام صديق خان هيٺ هئي ۽ نوابيءَ جي آمدني ٥ لک ٩٣ هزار رپيا ساليانو هئي. هن نواب ئي آخري ڀيرو سکر جي قلعي جي مرمت ڪرائي هئي.

شاهه تيمور جي مرڻ بعد سندس پٽن قيصر مرزا ۽ زمان شاه جي وچ ۾ تخت تان ڇڪتاڻ ٿي. ان وقت سنڌ جيتوڻيڪ ٽالپرن جي ماتحت ٿي چڪي هئي، پر شڪارپور راڄا قنڌار جي صوبيدار هيٺ هئي. اتي ميرادين جو ٣٥ نواب منصور علي خان، کي تاريخون عبدالغفورخان لکن ٿيون، ڪابل جو نامزد حاڪم هيو. ڪابل ۾ گهرو لڙائي جو موقعو وٺي مير ڪرم علي خان ١٨٢٤ع ۾ نواب ولي محمد لغاريءَ جي سپهه سالاريءَ هيٺ شڪارپور تي چڙهائي ڪئي. ميرن فتح ڪئي ۽ پنهن جي حڪومت ۾ شامل ڪري ڇڏي. تاريخ پڌاندڙ ان فتح وقت به شڪارپور جي عالم پناهه مڙني دروازن سميت سلامت موجود هئي.

ڪجهه وقت کانپوءِ شاهه شجاع ڪابل جو تخت ڇڏي ڏيو. پير پختا ڪري هن سنڌ طرف ڌيان ڏنو، جو ميرن مقرر خراج ڏيڻ ۾ ڪوتاهي پئي ڪئي. هو ميرن کي سبق ڏيڻ لاءِ ڪٽڪ وٺي شڪارپور تي ڪاهي آيو. ١٨٣٠ع ۾ شڪارپور وٽ مير غلام عليءَ جي لشڪر سان مقابلو ٿيو، جنهن جو انجام ٺاهه واري عهدنامي ۾ ٿيو. ان ٺاهه موجب ميرن شاهه شجاع کي ڏهه لک چٽي ۽ ٥ لک ساليانو ڏن ڏيڻ قبوليو. شاهه اٺ سال کن آرام سان حڪومت ڪئي. تنهن بعد هن جي خلاف ڪابل ۾ بغاوت ٿي. هو پاڙيچاوٺي پهريان خانگڙهه (جيڪب آباد) آيو ۽ پوءِ شڪارپور ۾ اچي لڏ لاٿائين. ميرن ڪيس شڪارپور جو علائقو رهائشي پٽي طور ڏئي ڇڏيو. هوڏانهن شاهه شجاع جو مخالف دوست محمد خان وڏو لشڪر وٺي هن کي ختم ڪرڻ لاءِ شڪارپور طرف چڙهي آيو. لاڙڪاڻي ويجهو مير ڪرم علي سان جنگ جٽي. جنگ هلندي ڳالهه ٻولهه ٿي ۽ نيٺ ٺاهه ڪري هڪ عهد نامو ڪيائون. ميرن واعدو ڪيو ته هو شجاع کي

سنڌ ۾ نه رهڻ ڏيندا. اهڙي ريت شاهه شجاع ٽيڙو ڏڙي، ٻار پڇا ۽ يار مددگار وٽي ويو بي نجاب پهتو. اها تعجب جهڙي ڳالهه آهي ته مشرق جا حڪمران تخت تان لوڏجي نڪرڻ بعد به پرديس ۾ پنهنجي حمايت ۾ لشڪر ڪٺو ڪري سگهندا آهن. انهن ئي شاهه شجاع به ڪيو. هڪ وڏو لشڪر ساڻ ڪري هو ١٨٣٨ع ۾ شڪارپور طرف ڪاهي آيو، جتان اڳتي سندس منزل قندار هئي. شڪارپور ويجهو هن ڪي ساٿ ڪري ڪانئن ٥ لک ڏن باسرائي هو اڳتي وڌي ويو.

ايشيا جي اهم شاهراهه جتي اهم شهر جي ڪري رنجيت سنگهه جون به هن ۾ نظرون هيون. ١٨٣٦ع ۾ رنجيت سنگهه سنڌ تي ڪاهه ڪئي. شڪارپور لاءِ خطرو پيدا ٿي پيو. شڪارپور کي ڇڏڻ جي عيوض سک ١٢ لک رپيا ڏن گهري رهيا هيا. ميرن مقابلي جي سگهه نه ساري انگريزن کي وچ ۾ ٽياڪڙ ڪري آندو. انگريزن موقعو مناسب ڄاڻي پنهن جي پيرن تي ٻه چادر ڇڪي ۽ هڪ عهد نامو ڪرايو ان ۾ اندر شڪارپور لاءِ ڍنگ طور ميرن ٢٥ لک رپيا ڏنا جي انگريزن ۽ سکن اڌو اڌ ڪري ڪنيا. بدلي ۾ انگريزن سکن ۽ افغانن جي چڙهائي جي حالت ۾ ميرن جي دفاع جو ذمو کنيو. ميرن حيدرآباد ۾ انگريزن جي سياسي گماشتي جو رهڻ به قبول ڪيو ته افغانستان ڏانهن فوج ڪشيءَ جي حالت ۾ سنڌ مان انگريزي فوج کي راهداري به ڏني.

١٨٣٨ع ۾ انگريزن پنهنجي پٺو شاه شجاع جي مدد ۾ لشڪر موڪليو جو سنڌ مان ٿي قندار وڃڻو هيو. سنڌ جي عوام ان راهداريءَ جي مخالفت ڪئي ۽

انگريزي لشڪر مان سامهون ٿيڻ لاءِ تيار ٿيا. هنن ٺٽي ۾ فوجن جا گدام ساڙي ڇڏيا. انگريزن عهد نامي جي بنياد تي فوج وڌي ميرن کي سوڙهو ڪيو. ميرن ٻيو عهد نامو ڪيو جنهن موجب نه رڳو ڏهه لک تاوان ڀري ڏنو ۽ انگريزي فوج کي سنڌ مان قندار وڃڻ ڏنو، پر کين (انگريزن کي) بکر ۽ شڪارپور ۾ فوجي ڇاوڻيءَ جي به اجازت ملي. اهڙي طرح شڪارپور ۾ صدر وارو علائقو وجود ۾ آيو. ان بعد ١٨٤٣ع ۾ سنڌ فتح ڪري سر چارلس نيپئر شڪارپور کي به پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪري، کيس ضلعي جو هيڊڪوارٽر بڻايو جنهن ضلعي ۾ سکر، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻو (دادو جي ڪجهه حصي سميت) اچي ويا.

ان بعد شڪارپور جي تاريخ ۾ هل هنگامي جو ذڪر مشهور جنگ آزادي دوران ملي ٿو، جنهن کي انگريز ١٨٥٧ع واري ڦلوي جي نالي سان سڏين ٿا. ان جنگ آزادي دوران حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ ديسي سپاهين بغاوت ڪئي. انگريزن بغاوت کي دٻائي اڳواڻن کي ڪورٽ مارشل ڪري توبن جي منهن ۾ ڏنو. جڏهن شڪارپور جي ڇانوڻيءَ ۾ اها خبر پهتي ته هت به ديسي فوجين بغاوت جو منصوبو ٺاهيو. سيپٽمبر ١٨٥٧ع ۾ ان تي عمل ڪيو ويو. ساڻن ڪجهه شهرين به ساٿ ڏنو. هنن بغاوت جو اعلان ڪري انگريزي سپاهين ۽ عملدارن کي مارڻ شروع ڪيو. پر ستت ئي انگريزي فوج مقامي غدارن جي مدد سان مٿن حاوي پئجي وئي ڪيترن ميرن مجاهدن کي شهيد ڪيو ويو. ان ڏينهن سارو شهر دونهين سان ڪارو ٿي ويو هو. اها بغاوت به سنڌ هند جي ٻين شهرن جي بغاوت جيان مقامي غدارن جي

نمڪ حرامي ڪري ناڪام وئي ۽ شڪارپور جي شهيدن جو خون رائگان ويو.

وچ ايشيا، افغانستان، ايران ۽ اتر اولهه هندستان جي واپاري رستن جي سنگم تي وسايل شڪارپور جي جي شهر جنهن تيزي سان عروج ۽ زوال جون منزلون طئي ڪيون آهن تنهن جو مثال تاريخ ۾ گهٽ ٿو ملي. سياسي بحرانن ۽ گهرو لڙاين جي دور ۾ جنم ورتل هن شهر جا تڪڙي شهرت ۽ اهميت ماڻي سا سنڌ جي ٻين ڪنهن شهر نه ماڻي آهي. هي شهر افغاني والار ڪان وٺي ٽالپري عهد تائين وچ ايشيا، ايران ۽ افغانستان جي واپار جو مرڪز بڻي رهيو آهي. بولان ۽ مولا لڪن جي دروازي تي هئڻ سبب هي شهر ٽي صديون کن سنڌ جو وڏي ۾ وڏو تجارتي مرڪز، ۽ واپار جي لحاظ کان هند ۽ سنڌ جو پهريون نمبر شهر بڻي شمار ٿيو آهي. هن شهر جو واپار لاهور، ملتان، قلات، ڪيچ، سون مياڻي، مڪران، ڪيٿر بين مغلب، خراسان، سمرقند بخارا، قندار، ڪابل، اصفهان ۽ ڪلڪتي جي شهرن سان هلندو هو. سنڌ ۾ ريلوائي پوڻ ۽ ٻيڙين رستي تجارت کان اڳ، اتر اولهه هندستان جو سارو واپار شڪارپور معرفت ٿيندو هو. ان واپار کي وڌائڻ ۽ هٿائڻ لاءِ سهوليتن مهيا ڪرڻ جي سلسلي ۾ افغان حاڪمن هت هڪ وڏي قافلہ سراءِ به ٺهرائي هئي. هن قلعي نما سراءِ جا آثار اڄ به شڪارپور اسٽيشن جي اولهه طرف، جيڪب آباد روڊ تي موجود آهن. ان واپار ۽ تجارتي اهميت ڪري ئي ڪابل جا والي هن شهر جي مالڪي ڇڏڻ لاءِ آماده نه ٿيندا هيا.

هن سنڌ تجارتي طور تي

وڌڻ ۽ اسرڻ تڏهن شروع ڪيو جڏهن ڪابل جي شاهه تيمور هتان جي هندو واپارين کي جاني ۽ مالي تحفظ جو يقين ڏياريو. ان يقين دهانيءَ بعد ٺي لوهاڻا قوم جي هندو پائيبندن واپار ۾ ايتري سيڙپ ڪئي ۽ دلچسپي ورتي جو دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ "سنڌوَرڪي" ڪميونٽي طور پڪڙجي ۽ مشهور ٿي ويا، ۽ ايشيا جا ناڻي جا ڏي وٺ وارا Traffickars ٿي پيا سندن هنڊي ۽ پراميزري نوٽ جتي ڪٿي سون سمان هئا. سترهين صديءَ ۾ جيتري اهميت ٺٽي کي واپار ڪري حاصل ٿي، اوتري ئي خشڪيءَ رستي واپار ۾ شڪارپور جي شهر کي ملي. راجپوتانا، اترهندستان، ايراني نار ۽ وچ ايشيا جي اڪثر بندرن ۽ شهرن ۾ هتي پنهنجي شهرن جا واپاري ۽ گماشتا موجود هوندا هيا، ۽ اتي انهن جون وڏيون وڏيون ڪوٺيون هونديون هيون. سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ هي شهر نه رڳو سياسي طرح بکر کان صوبي ۾ گوءِ کڻي ويو، پر واپار ۾ به علائقي جو نڪ ٿي پيو. ڪلڪتي کان ڪشمير تائين هن شهر جي هاڪ ۽ ڌاڪ هئي. اها هتان جي واپارين جي وهنوار ۽ ساک جي ثابتي هئي. ويهين صديءَ جي شروعات تائين به شڪارپور جا صراف ۽ بئنڪر ايشيا جي مشهور ۽ ساک وارن بئنڪرن ۾ شمار ٿيندا هيا.

شڪارپور جي واپار کي پهريون ڌڪ ٺٽي ۾ پورچوگيزن ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪوٺين پوڻ سان لڳو. ان بعد افغان لڙاين جي ڪري به هتان جي واپار کي نقصان رسيو، ڇو جو ڪابل ۽ قنڌار رستي واپاري سهوليت ۽ سلامتي نه رهي. ايسٽ انڊيا ڪمپني ٺٽي جي واپار وڌائڻ ۾ لڳي ويئي. ان ڪري نه رڳو اقتصادي طرح پر سياسي ۽ سماجي طرح به شهر ڦٽي پوڻ لڳو. ان زوال جي دراصل شروعات ڪلهوڙن ۾ ميرن جي ڏينهن ۾ ٿي چڪي هئي. ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ايجنٽ مسٽر ڪئلينڊر لکيو آهي ته ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ئي شڪارپور جو واپار گهٽجي ويو هو. ڇاڪاڻ ته حاڪمن مڙهيل محصول غير مناسب، ڇڙيون بيجا، ۽ ورتاءُ اڻ وڻندڙ هيو. ٽالپرن جي عهد ۾ حالتون اڃا به وڌيڪ خراب ٿيون. ١٨٠٩ع ڌاري ملتان ۽ ڪابل درميان قافلي رستي واپار نه ٿيڻ برابر وڃي رهيو هو. ان جو سبب اهو هيو جو ٽالپر حاڪم هندو واپارين کان نفرت ڪندا هيا ۽ مٿن غير مناسب محصول ۽ ڇڙيون وجهي کين تنگ ڪندا هيا.

ڪي انگريز فوجي عملدار ۽ سياح ميرن جي آخري ڏينهن ۽ انگريزن جي اوائلي دور حڪومت سنڌ ۾ آيا هيا. انهن مان اڪثر شڪارپور به آيا. انهن پنهنجن روزنامن يا يادگيرين ۾ ان وقت جي شڪار بابت نهايت ئي دلچسپ ۽ معلوماتي تفصيل ڏنا آهن. اهڙن تفصيلن ۽ معلومات مان چونڊ ٽڪرا هت پيش ڪرڻ موضوع کان ٻاهر نه ٿيندو.

مسٽر پوسٽن پنهنجي ڪتاب "سنڌ بابت ذاتي مشاهدات" ۾ ١ جون ١٩٤٣ع ۾ ڇپيو، لکيو آهي ته هي شهر گندگيءَ جو ڍير ۽ ڦٽل حالت ۾ آهي. ان جي آدمشماري پاويهه هزار آهي. ٿارنٽن پنهنجي گزيٽر ۾ سنڌ ڏنديون، هڪ پيئي تي نوڪ بسي ڪبي ۽ رات جو گهر موٽيو، ته دوبو هٽ ۾ هوندو، جنهن ۾ گهر جي کائڻ لاءِ ڪا چهر چٽني يا مٺائڻ ۽ ساڳ هوندو. جي اڃا به ڪو پيشي وارو هوندو ته لکي در تان بگيءَ ۾ وڃي شاهي باغ نڪرندو. لکي در ۾ شاهي باغ شڪارپور جي سماجي زندگي جا مرڪز هوندا هيا، ته بانيءَ مال چڱن ناٽ لائبريري ثقافتي ۽ ادبي زندگيءَ جا جهولا هوندا هيا.

سانوڻيءَ ۾ سنڌ واهه تي جي منڊل مچندا هيا ۽ ميلا لڳندا هيا، تنهن جو مثال هند سنڌ ۾ ڪونه ٿو هئي. شڪارپور ته ڇا پر سنڌ جي سماجي جيون جون اڻ مٽ ۽ بي نظير يادگيريون ان ميلي سان منسلڪ آهن. شڪارپور جي پوڙهن ڀرين مڙسن کي ته اهي منڊل ياد ڪري اکين ۾ ڳوڙها اچيو وڃن. ياد ڪيو پيا ٿڏا سام پرين. ميلو ڇا هوندو هو ڄڻ شڪارپور جي ساري سماجي ثقافتي ورثي جي نمائش هوندي هئي. مهينن کان پيو مهل جو انتظار ڪبو هيو. ساوڻ جون پهريون ڪڪريون ۽ ڪڻ ڪڻ پسي هر شهري رستن تي اچي ڳائيندو هو.

هلو هلون سنڌ تي ساوڻ پسم آيو آ،
مولا پنهنجي مهر سان مينهڙو وسايو آ.

پوءِ سنڌ واهه جا باغ باغيچا، گهٽ گهير، واٽون ۽ وڙاءِ هر رنگ، نسل، مذهب ۽ عمر جي زن و مرد سان وسي ويندا. سر ۾ رات جو نظارو پسبو. جهنگل ۾ منگل لڳي ويندو. راڳ رنگ جون محفلون پيون ٿينديون، تاس چوپڙ جون بازيون لڳي وينديون. مداري ۽ ڪرتبن وارا سارڪا ڪندا. ڪي واهن ۾ تڙڳندا، ته ڪي ميوي ملري تي مارو ڪندا. ڪي پيار پيا ونڊيندا ته ڪي خيالن جي ڏي وٺ ۾ هوندا. مطلب ته هرطرف هرلحاظ کان

چهچٽو ۽ چرچو هوندو.

جن اهي ماڻداڻ ۽ منبل ڏٺا سي اڄ بہ پيا اهي ساري، چوڻ پيا هتي اڄ اها شڪارپور ۽ سنڌ جا شيل شغل! سنڌ جو نامور محقق پير حسام الدين تہ ان شڪارپور، سنڌ واه شڪارپور، جي رهڻي ديس وڳي ۽ خرد نوش جي ذوق شوق کي ياد ڪري جنسي ڏسڌا ساه پيو ۽ پري، پيو چوندو هجي تہ هڪ دفعو ڏٺو اٿم پيو دفعو ڏسڻ جي خواهش اٿم. پر اها خواهش اڄ ڪٿان ٿي پوري ٿي. ڪالهہ جي حقيقت اڄ هڪ خواب ٿي پيئي آهي. اڄ شڪارپور رڳو خواب جو هلڪو ۽ لوڙائيل عڪس آهي.

ڪالهہ جي شڪارپور جي ان سماجي، ثقافتي ۽ سياسي زندگي سنڌ کي زندگيءَ جي ڌار ڌار شعبن ۾ ڪيئي عظيم شخصيتون ڏنيون، جي سنڌ جي تاريخ جو لازوال ورثو ۽ حصو ٿي پيون آهن ۽ جي حال حيات آهن، سي بہ اهم جڳهہ ۽ ناموس جا مالڪ آهن. ڪنهن جا نالا ڳڻي ڪنهن جا ڳڻجن. شهيد الله بخش سومرو، مرحوم مير غلام حسين، حاجي مولا بخش سومرو سياست ۾ وارو وڄائي ويا. رحيم بخش سومري جي جان ۾ بہ دلڪش شخصيت. ادب جي ميدان ۾ ساميءَ جهڙو واءِ، مرحوم مراد علي ڪاظم، معصوم غلام علي مسرور مرحوم لطف الله بدوي، مرحوم احسان بدوي، آنجهاني جهامنداس ڀاٽيا ۽ ڪيشلداس نافي، ادب جي آسمان جا روشن ستارا پونين ۾ مرحوم حنيف صديقي، مرحوم حبيب پنهور، شيخ اياز، نورالدين سرڪي، بشير موريائي، قيوم طراز، نياز همايوني ۽ پريو وفا بہ شڪارپور جي مردم خيز زمين جي پيدائش آهن. پريو ڪي تہ هن لال هندستان جو وڏي ۾ وڏو ادبي اعزاز ساهتيہ اڪيڊمي ايوارڊ مليو آهي. ثقافت جي ميدان ۾ مرحوم استاد گامڻ خان، سنڌ ۾ ڪلاسيڪي راڳ جو ابو هت ٿي فن جي خدمت ڪندو رهيو ۽ معنن ٿيو. گلشن صوفي مرحوم ۽ مرحومہ غزالا رفيق بہ شڪارپور جو ناز هيا. ان ڪانسواءِ ڪيترائي سنڌ جا ناميارا ڪاموارا ۽ تعليم جا ماهر هن تاريخي شهر جي خاڪ مان پيدا ٿيا. ان مان ڪي پنهن جو وارو وڄائي ويا، ڪي اڃا اوڄ ۾ آهن. مذهبي علم ۽ فڪر ۾ بہ هي شهر پٺتي نہ رهيو آهي. ميان فقيرالله علوي، ملان صاحبڏنو، سلاوڻين، پير نظام الدين سرهندي، شروعاتي دور ۾ ۽ ويجهي ڇڪ ۾ مرحوم عبدالڪريم چشتي محبان سنڌ، سنڌ جا غير متنازع ۽ مڃيل عالم ۽ مجتهد تسليم ڪيا وڃن ٿا. مرحوم چشتي تہ سياست ۽ صحافت جي ميدان ۾ بہ نالو ڪڍيو. اها ڪالهہ جي شڪارپور آهي. اڄ ڇا آهي؟ ان لاءِ مستقبل جو مورخ ئي لکي سگهندو!

## حوالن وارا ڪتاب:-


١. پوسٽمن ٽي ڪئپٽن، پرسنل آبزرويشن آن سنڌ.

٢. مرزا قليچ بيگ، قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو (سنڌي ادبي بورڊ)

٣. لطف الله: سنڌ جو سفر، مرتب: ڪئپٽن ايسٽ وڪ، مترجم: قادر بخش نظاماڻي. (سنڌي ادبي بورڊ)

٤. مولائي شيدائي: جنت السنڌ (سنڌي ادبي بورڊ)

٥. مولانا غلام رسول مهر: تاريخ سنڌ (ڪلهوڙا دور) جلد ٢،١ (سنڌي ادبي بورڊ)

٦. نائون مل سيٺ سي ايس آءِ: يادگيريون (سنڌي ادبي بورڊ)

٧. رچرڊ برٽن: سنڌ ۽ سنڌو ماٿر ۾ وسندڙ قومون: (سنڌي ادبي بورڊ).

٨. جيمس برنس ڊاڪٽر: سنڌ جي درٻار (سنڌي ادبي بورڊ)

٩. ايسٽ وڪ ڪئپٽن: نئين مصر جا پراڻا ورق: (سنڌي ادبي بورڊ).

١٠. چپلاڻي. ايس. پي. ڊاڪٽر: سنڌ جي اقتصادي تاريخ: (سنڌي ادبي بورڊ)

١١. راشدي حسام الدين: هو ڏوٿي هو ڏينهن: (سنڌي ادبي بورڊ).

١٢. راشدي علي محمد: اهي ڏينهن اهي شينهن (جلد -٣) (سنڌي ادبي بورڊ).

١٣. سانڪ بي پٿاوالا: هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ. (سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي).

١٤. سوبي - ايچ - ٽي: گزيٽر آف سنڌ: (ويسٽ پاڪستان گورنمينٽ پريس لاهور).

١٥. لعل محمد لعل: سم مجيشنس فار ڊولپمينٽ آف شڪارپور (ڪوهنور پريس شڪارپور).

١٦. حبيب الله پنهور، سنڌ جو هڪ تاريخي شهر، شڪارپور (ماهنامو "نئين زندگي" ڪراچي آڪٽوبر ١٩٧٠ع)

١٧. لطف الله بدوي، شڪارپور جي ابتدائي آبادي، داؤد پوٽا (ماهنامو "نئين زندگي" ڪراچي جون ١٩٥٩ع.

١٨. ڪريم بخش خالد، آزاديءَ لاءِ جدو جهد ۽ سنڌ جو حصو (ماهنامو "نئين زندگي" ڪراچي مارچ ١٩٧١ع)

١٩. سکر مونيشنر: ڊسٽرڪٽ ڪائونسل سکر ١٩٦٧ع.

٢٠. ڊسٽرڪٽ سينسز رپورٽ (سکر ڊسٽرڪٽ)، پاڪستان گورنمينٽ پبليڪيشن ١٩٦١ع.

٢١. رحيمداد مولائي شيدائي: بلوچستان جي مختصر تاريخ: ريلوي اليڪٽرڪ پريس سکر.

۲۲- هينري پاٽنجر: سنڌ ۽ بلوچستان جو سفر (سنڌي ادبي بورڊ)

سڌارو آيو ۽ ترقي ٿي. زير زمين پاڻيءَ جي نيڪال جو نظام عمل ۾ آيو. رستا ٺهيا، پارڪ ۽ پبلڪ جڳهيون ٺهيون. سن ۱۸۷۳ع ۾ هت هاءِ اسڪول پيو، جو شايد سنڌ جو پهريون هاءِ اسڪول هيو. ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ جا ترت سنڌي اعليٰ آفيسر اڪثر هن اسڪول مان تعليم پرائي نڪتا. سال ۱۹۳۰ع ۾ پاور هائوس ٺهيو ۽ شهر ۾ وڌيڪ رونق ۽ ترقيءَ ۾ تيز رفتاري آئي. پر انهن سڀني کان وڌيڪ شڪارپور جي خصوصيت ۽ نمايان خوبي هتان جي سماجي، ثقافتي ۽ تعليمي زندگي هئي.

شهر جي ان سماجي، ثقافتي ۽ تعليمي زندگي کي پيدا ڪرڻ ۽ اجاگر ڪرڻ ۾ هتان جي زنده دل ۽ احساس رکندڙ ماڻهن ۽ ادارن جو گهڻو حصو آهي. زندگيءَ سان واسطو رکندڙ اهڙا ڪيئي ادارا هئا جي عوام طرفان قائم ڪيا ويا ۽ هلايا ويا هئا. ڪاليج، سول اسپتال، اکين جي اسپتال، آريو ويدڪ ميڊيڪل ڪاليج، ٿيئٽر، لائبريريون، هيلٿ سينٽر، ڊراماٽڪ سوسائٽيون، سنگيت سڀائون، ادبي انجمنون ۽ تعليمي جماعتون ۽ ڪوڙين ٻيون اهڙيون تنظيمون شڪارپور ۾ سرگرم عمل هيون. انهي ڪري شڪارپور جي سماجي، ثقافتي، تعليمي ۽ ادبي زندگي سنڌ جي ڪنهن به ٻئي شهر کان پٺتي ۽ گهٽ نه هئي. هتان جي ماڻهن جي زندگي به، خاص ڪري شاهون، رنگين ۽ مثالي هيون. سندن زبان رهڻي ڪهڻي، کاڌ خوراڪ ۽ لباس دلڪش ۽ وڻندڙ هيو. ڪنهن ليکڪ چواڻي، هو راجڪماري واري زندگي گذاريندا ۽ ڏک ڏيندا هئا. شام ٿيندي ته نڪرندا وڏا، مخصوص پوشاڪ ۾ نڪري پوندا. ريشمي ڪوٽ، پرت پريل ململ يا وائل جو چولو، جي سرنديءَ وارو ته ڊبل گهوڙي بوسڪيءَ جو پهراڻ، ڳلي ۽ وڏي ۾ سوٽين جي ڪنڍي، پيرن ۾ سليم چرڻل چمپل، سڌو لکي در تي. راڌي جون چاپون، ديوان جون ڪلفيون ۽ فالوده ضرور چکبو. پوءِ خالص شڪارپوري زبان ۽ لهجي ۾ حال احوال ڏيندا، ڪچهريون پسگردائي سميت ٽي لک ڪن ساليانو هئي، جنهن جا ست حصا ڏيندا هئا. چار حصا حيدرآباد وارا سير ۽ ٽي حصا خيرپور وارا سير ڪڍندا هئا. خيرپور وارن جي رياست جي ڪل آمدني ۵ لک هئي.

شهر کان اٽڪل ميل پنڌ تي درياهه جي شاخ سنڌ واهه تي ساليانو شاهي ميلو لڳندو آهي. هن کي آبڪلاڻي (ساوڻيءَ) وارو ميلو سڏبو آهي. مان به اهو ميلو ڏسڻ ويس. تمام گهڻي تعداد ۾ مرد خواه زالون ميلي ۾ شريڪ ٿيا. هتي مون کي پهريون ڀيرو سنڌي هندو سندرين کي بنا پردي ۽ حجاب ڏسڻ جو وجهه مليو. آءٌ بنا هٻڪ جي اهو چوڻ لاءِ تيار آهيان ته انهن مان ڪيتريون برطانوي پري چهرن سان مقابلو ڪري سگهن ٿيون. هر طرف ايتري خوشي ۽ مسرت هئي جو جئي ڪٿي بس ڪر. هڪ پاسي وڏي مجمعي ۾ ڪو پيرسن ڊگهي ڏاڙهيءَ سان تنبوري جي سر تي وجد ۾ اچي نچي به رهيو هيو ۽ ڳائي به. تنبورو هڪ نوجوان سندري وڄائي رهي هئي. هوءَ وقت بوقت هن زنده دل ۽ خوش مزاج پيرسن سان ڳائڻ ۾ پنهنجي سريلي ۽ مٺي آواز سان ساٿ ڏئي رهي هئي ۽ سر به جهولي رهي هئي. انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ بعد شڪارپور طرف ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو. شهر کي ضلعي جو هيڊڪوارٽر بڻايو ويو. هن شهر جي، ورهاڱي کان اڳ انگريزي دور ۾ به، واپاري لاءِ هندو جاتيءَ گهڻو حصو ورتو. سنڌ واسي، جن جو واپار، ڏور اوڀر، هندستان، وچ ايشيا ۽ افغانستان ۾ چوٽ تي هيو، پنهنجو سڪن وري به شڪارپور کي بڻائيندا آيا. هو ڏور ڏور کان پئسو آڻي شڪارپور ۾ محلات نما ماڙيون ۽ جڳهيون، ۽ سهڻا سهڻا تفريح گاهه ۽ علم، نور جون جايون ٺهرائيندا هئا. انهن جي همت افزائيءَ ڪري هت هنن عمارت سازي ۽ ڪاٺ جي ڪم، خاص ڪري ڪاٺ تي ڪم ڏاڍو زور ورتو. ورهاڱي کان اڳ شڪارپور جو رازو ۽ ڊکڻ ساري هندستان ۾ مشهور ٿي چڪو هيو، ۽ ڪيئي راجا ۽ نواب هن کي پنهنجي جاين ۽ محلن جي تعمير لاءِ وٺي ويندا هئا. اهڙي ريت هي شهر ايشيا جو "پئرس" سڏجڻ ۾ پئي آيو.

۱۸۵۵ع ۾ شڪارپور کي بمبئي ميونسپل بروز ائڪٽ هيٺ ميونسپالٽي جو درجو ڏنو ويو. ميونسپل جو سربراهه آءِ-سي-ايس (انڊين سول سروس) آفيسر هوندو هو. ميونسپالٽي ٺهڻ بعد شهر ۾ وڌيڪ آهي (شايد قافلہ سراءِ) ست پست ۽ سٺيءَ جي پوک سٺي ٿئي ٿي. شهر جي آدم ۾ اڌ لوهاڻا کتري هندو آهن ۽ باقي اڌ مسلمان آهن.

هن شهر جي مارڪيٽ ڏاڍي سٺي ۽ سهڻي آهي جا سڀني ڏيکئل آهي. هتان جا واپاري سنڌي ڪانسواءِ پشتو ۽ فارسي به ڄاڻن ٿا. صدر جي علائقي ۾ اسان جي رجمينٽ جو مارڪيٽ آهي، جنهن کي صدر بازار چون ٿا. اسان جي فوج سان بلوچن جو وڏو

آزار آهي هو روز حلو ڪن ٿا. ڪي فوجي سارجن ڏاڍ ڪري قتين ڏيڻ واريءَ جا وهٽ ڪاهي وڃن ٿا. ڪو ڏينهن به اهڙو واندي ڪان خالي نه آهي. شهر جا مشهور واپاري ۽ شاهوڪار چترومل ۽ جيٺسنگهه ڪئپٽن ايسٽ وڪ سان ملڻ آيا هيا. جيٺسنگهه ڏاڍو مهذب، قابل ۽ فضيلت وارو آهي. سندس پيءُ سنڌ جي حسين ڇوڪرين ۾ شمار ٿيندي هئي، جنهن کي شاه شجاع زوريءَ کڻي ويو آهي. ان ڪري هيءَ قوم شاه شجاع کان سخت نفرت ڪري ٿي. جيٺسنگهه وٽ سون هڪڙي ايرينگن جي جوڙي ڏٺي جن ۾ ڪبوترن جي آني جيترا زمرد هيا. انهن جي قيمت ويهه هزار رپيا هئي.

ان وقت شڪارپور جو گورنر جيٺمل هو، جنهن کي برطرف ڪري تقي شاه ولد اسماعيل شاه حيدرآباد واري کي رکيو ويو. انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد دربار وارو وزير اسماعيل شاه به هڪ ٻني وٺندي پنهنجي پٽ وٽ شڪارپور ۾ آيو هو. هتي ته ڏاڍا خطرناڪ وچون ٿين ٿا. هڪ ڏينهن اهڙو وچون منهن جي هنڌ مان نڪتو. ان مهل مون وٽ هڪ دوست عطا محمد ڪاڪڙ (ڪوڙي عطا محمد وارو) به ويٺل هو جنهن چيو ته مان خوشنصيب هوس جو هن وچون جي ڏنگ مان ڪوبه نه بچندو آهي. عطا محمد ڪانسواءِ عبدالرحمان درانيءَ به منهن جو دوست آهي. انگريز کيس مهذب ۽ اعليٰ تمدن وارو سمجهندا آهن جو جو هو بيگم کي بنا پردي دوستن ۾ آڻيندو ۽ ملائيندو آهي. شڪارپور مان روانگيءَ وقت هن اسان جي دعوت ڪئي هئي. پنهنجي زال سميت اسان سان گڏ ماني کاڌي، سندس زال شڪارپور جي حسين

عورتن ۾ شمار ٿيندي هئي. هوشياريءَ، دانائيءَ، تدبر ۽ لياقت ۾ پنهنجي سادي سودي مڙس کان گهڻو وڌيڪ ۽ تيز هئي. هن جي مڙس زال جي هٿ ۾ هوندي هئي.

شڪارپور جي آمدني



(۱۸۳۹ع) رڳو فوجين سان ئي پر سنڌ ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. فوتين کي اجتماعي قبرن ۾ پوريو ويندو هو، جتان رات جو گدڙ ۽ ڪتا سندن لاش ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪندا هيا. ابراهيم شاه کيس بازن جي شڪار تي وٺي ويو، جتي شڪار گهڻو هيو. پٺاڻن ۽ ايرانين جو گوڙ گهمسان گهڻو هيو، جنهن جا هو عادي ٿي ڏٺا. باقي سنڌي ماڻهو نهايت ئي ايماندار، خلوص وارا ۽ اعليٰ ڪردار جا مالڪ هيا. ۵ آگسٽ تي ابراهيم شاه کيس هڪ ناچ ڪرڻ جي فيشن ۾ ڪاٺيو. اها محفل قاضين واري باغ ۾ ٿي هئي. ايسٽ وڪ جواني سنڌي ناچڻون هندستاني ناچڻين کان گهڻو گهٽ آهن. انهن سان هڪڙي مهتاب

ناليءَ ڏاڍي سوچاري هئي. پر ايتري حسين نه جو دل جي لڳي وڃڻ جو سبب ٿئي.

۱۸۴۳ع ۾ چارلس نيپئر سنڌ فتح ڪئي ته ساڻس گڏ ليفٽيننٽ برٽن به هيو، جو پوءِ رچرڊ برٽن جي نالي مشهور مورخ ۽ اديب ٿي مشهور ٿيو. هن پنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌو ماٿر ۾ وسندڙ قومون" ۾ هن شهر جو ڏورڙو بيان ڪيو آهي، سو لکي ٿو ته هي شهر دلير شهروارين جي تجارتي سمجهه ۽ واپار جي اثر ڪري ايشيا ۾ شهرت ماڻي چڪو آهي. شهر هڪ گرم ۽ واريءَ واري پٽ تي پٽيل آهي. سندس آبادي اٽڪل چوويهه هزار آهي. گهر ۽ جايون زبون حالت ۾ آهن. گهٽيون سوڙهيون آهن. هتان جي سوڙهي شاهي بازار ڪنهن زماني ۾ مشهور هئي، پر هينئر نهايت غليظ ۽ اڻ وڻندڙ آهي. شڪارپور شهر جو واپار هاڻي اڳ جيان وڌندڙ نه، پر گهٽجندڙ آهي.

سنڌي جڏهن ڪئپٽن ايسٽ وڪ پاڻ سان گڏ هڪ مسلمان منشي لطف الله کي به وٺي آيو هيو. هي مالوا جو رهندڙ هيو ۽ ايسٽ جو ترجمان ۽ فارسي زبان جو استاد هيو. هن ايسٽ وڪ سان سفر جو سفرنامو لکيو هيو جو ڪئپٽن ايسٽ وڪ ايڊٽ ڪري "لطف الله جي آتم ڪهاڻي" نالي سان انگريزي ۾ ڇپرايو هيو. ان سفرنامي ۾ سنڌ بابت احوال سنڌيءَ ۾ ترجمو "سنڌ جو سفر" نالي سان ڇپجي چڪو آهي. هن سفرنامي ۾ شڪارپور بابت نهايت ئي دلچسپ بيان ۽ حڪايتون ڏنل آهن، جنهن جو اختصار هي آهي:
شڪارپور سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي، جنهن ۾ اٽڪل پندرهن هزار گهر آهن، جن مان ڪي پڪا ماڙ آهن. چوڌاري مٽيءَ جي ڀت آهي ۽ ٻاهران هڪ ننڍڙو ڪچو قلعو

جي فتح وقت هن شهر جي آدمشماري ٽيهه هزار لکي آهي، جا ان وقت جي ٺٽي ۽ حيدرآباد کان سرس هئي. ان وقت ٺٽي جي آدمشماري ويهه هزار هئي ۽ حيدرآباد جي ٻارهن هزار هئي. سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني شڪارپور شهر سان هن ريت درآمدي ۽ برآمدي واپار ڪيو:

| برآمد | | درآمد | |
|---|---|---|---|
| ڪابل جو پٽ | ٥٠٠٠٠ رپيا | انگريزي مال | ٣٠٠٠٠ رپيا |
| قلات جو سوڳي رنگ | ٣٠٠٠٠ " | ڪنبل | ٨٠٠٠٠ " |
| سڪل ميوو | ٥٠٠٠ " | مسالو ۽ ٻسار | ١٠٠٠٠٠ " |
| آفيم (مقامي) | ٥٠٠٠ " | | |
| جملي | ٩٠٠٠٠ رپيا | جملي | ٢١٠٠٠٠ رپيا |

ٺٽي پوڻ سبب مير ٻاهرين بالادستيءَ کان آزاد ٿي ڀيا آهن ۽ آسانيءَ سان هو شڪارپور جو زرخيز ضلعو هٿ ڪري سگهيا آهن. شڪارپور تي مير سهراب حڪومت ڪندو آهي، پر آمدنيءَ جو حصو ٻين ميرن کي به ڏيندو آهي:

هن به پنهنجي مشهور ڪتاب "نئين مصر جا پراڻا ورق" ۾ شڪارپور جو تذڪرو ڪيو آهي. ان وقت شڪارپور جو گورنر مير حاجي وڏي وزير اسماعيل شاهه جو وڏو پٽ تقي شاهه هيو. منڊس ننڍيو ڀاءُ ابراهيم شاهه شڪارپور ۾ ميرن جي دربار جو ايلچي هيو. هي پنهي ڀائر ايراني نسل جا هياء ابراهيم شاهه ڪٽر مذهبي ساڌو هيو ۽ غير مسلم جي هٿ جي ڪابه شئي نه واپرائيندو هيو. هو حد درجي جو ڪنجوس هيو. شهر جو داروغو (پوليس مئجسٽريٽ) محمد حسن هيو، جو عهديجي برعڪس ڏاڍو نيڪ دل، رحم دل ۽ وعدي جو سچو هيو. تن ڏينهن شڪارپور ۾ وڏي ڪالرا متون ڪيو جنهن جو ڀهريون شڪار برطانوي ڊاڪٽر فورس هيو. هڪ رات ۾ ئي (نومبر

ڊاڪٽر جيمس برنس ١٨٢٨ع ۾ سنڌ ۾ آيو پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي دربار" ۾ هن لکيو آهي ته ڪابل جي حڪومت

١٨٣٩-٣٨ ۾ ڪئپٽن ايسٽ وڪ شڪارپور ۾ انگريزن جو ايجنٽ ۽ فوجي سربراهه هيو.



ڪيھڙا لاھي، شڪ دستا ڪڏھين- اوميڙ و آھي، ڪاموڙيءَ ڪيھڙنجو مسلھ




**مصطفيٰ ڪمال اتاترڪ جي سوانح- ايڇ سي آرمسٽرانگ جي ڪتاب گري وولف جو ترجمو**

تيرهين عيسوي صديءَ ۾ چين واري پٽ ڪانوڏي، سموري وچولي ايشيا ۾ وڏو ڏڪر آيو، ۽ ڌرتي، جيئن ته هئڻ سبب ڏارون ڏني ڦٽي پئي ۽ قبيلا پنهنجن ڍورن لاءِ نون چراگاهن جي ڳولا ۾ نڪري پيا. انهن ۾ هڪ عثماني ترڪن جو قبيلو هو، جنهن جو سردار پنهنجي جهنڊي تي پوري بگهڙ جي سنڌي ڪڍي هلندو هو- اهو سردار سليمان شاهه هو. اهي منگوليائي ترڪ، قديم ۽ ظالم هئا، ۽ سندن عادتون پورن بگهڙن جهڙيون وحشت پريون هيون. هنن ۾ ڍورن جبڏي سگهه هئي ۽ صدين کان گوبيءَ جي رڻ پٽ جي دڪ پاسي گهوڙن جي پٺين تي گذاري هئائون. جڏهن ڏڪر ۽ پاڻيءَ جي اڻٺ کان مجبور ٿيا، سليمان شاهه پنهنجي ماڻهن کي اولهه پاسي وٺي نڪتو. تاتارين جي وڏن هجومن سوڌو ڏکڻ ڏن سڙي آرمينا کان ڏيندو اچي ايشيا مائنر پهتو، ۽ انهن جديد تاريخ ۾ پير پاتائين.

سليمان مري ويو، هن جي جاءِ تي طغرل اچي ويٺو ۽ ان کانپوءِ امير عثمان ۽ سلطان آرڪان ۽ پوءِ ٻي جي جاءِ تي ٻئي جي سلطان ٿيڻ جو سلسلو ڏهن پيڙهين تائين هليو. هنن پنهنجي اڳيان زوالجندڙ سلجوقي ۽ عربن جي بغدادي سلطنت جي تڏا وڙهه ڏيندي ڏٺي. هنن اڳرايون ڪري ڪيئن فتح ڪري ورتو. سليمان شاهه جي موت کان پوءِ سندس پيڙهيءَ جو ڏهون سلطان، زبردست سليمان، جيڪو قانون ڏيندڙ، انصاف سان راڄ ڪندڙ سگهارو بادشاهه هو، تنهن جي حڪومت الباديا کان فارس جي سرحدن، مصر کان ڪبڪانوس تائين حڪومت ڪئي. هنگري ۽ ڪرائيميا سندس ڏن ڀرو ملڪ هئا. يورپ جا بادشاهه سوڪڙيون ڪڻي، پنهنجين لڙاين ۾ ڪانئن مدد طلبڻ ايندا هئا. هن جون فوجون روم ماڳر ۾ سڀ کان مڃيل هيون، ۽ اوپر ڏي ايندڙ وات تي بمه اهي ئي ايڏل هيون. اتر آفريڪا، هن جي ڇا پاڇ قبولي ۽ قسطنطنيه هن جي هئي. هن دنيا تي قبضو ڄمائڻ لاءِ وڏو ڊپدپو رکيو. ١٥٨٠ع ۾ هن ويانا جي دروازن تي ڌوڙيو ڪيايو ۽ عيسائي دنيا کي اچي ڪِٽڙ کان ورتائين.

هو مئو ۽ ڇڙواڳي شروع ٿي وئي. هن جو جانشين سليم هو،



## شاعريءَ ادب کي ڇڏي انقلاب جي نئون ڪم ۾ جنبي ويو

جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هڪ
آرمينيائي نوڪر جي تخم سان
حرام ٿي چڪو هو. هن کان پوءِ
ستاويهه سلطان آيا، پر هڪڙو
پئي ڪان ڇٽو. محل جي حرم،
خواجه سرائن ۽ حرم جي سنڀال
رکندڙ عملدارن جي عيد ٿي وئي.
هنن منجهان فولادي رڳون ختم
ٿي ويون. هو اخلاقي طرح گمراهه
ٿي ويا. هنن جي مطلع رعايا سندن
خلاف انقلاب آندو. يونان،
سربيا ۽ بلغاريا پنهنجي آزاديءَ
جا اعلان ڪري ڇڏيا. زبردست
سليمان کان پوءِ وارن ٽي سؤ
سالن جي اندر عثمانيه سلطنت
ڏيوالپڻي کي پهچي وئي. روس،
ڪاڪيشس ۽ ڪرائيميا تي قبضو
ڪري، قسطنطنيه ۽ دره دانيال
وٽان روم ساگر جي رستي تي
دعوا ڪئي. فرانس وري تيونس
۾ اچي هٿ ڪنديا. برطانيا، مصر
۽ قبرص تي قبضو ڪيو. نئين ۽
اڀرندڙ جرمني، سلطان
عبدالحميد جي پٺ ڏيڻ لڳي.
هر ڪا قوم ترڪيءَ تي خاص
حقن ۽ اقتصادي رعايتن جون
دعوائون ڪرڻ لڳي. پر يورپي
طاقتون هڪ ٻئي سان جنهن ڪري پٽ
۾ هيون ۽ ڪنهن کي ترڪيءَ ۾
گهرڻ جي همت نه پئي ٿي. اهڙي
ريت سلطان عبدالحميد باسفورس
واري پنهنجي محلات ۾ ويهي
ڏيکيءَ سان يورپين کي ڀڙڪائڻ
لڳو ۽ ائين جهرندڙ عثمانيه
سلطنت کي ڪجهه وڌيڪ وقت
ملي ويو.

١٨٧٧ع ۾ روس فيصلو ڪيو
ته ان سڄي قصي کي ختم ڪيو
وڃي سو جنگ جو اعلان ڪري
قسطنطنيه ڏي ترڪيءَ اندر ڌڪ
ميلن تائين ڌوڪي آيو. يورپ
وارن، عثمانيه سلطنت جي سالميت
کي قائم رکڻ لاءِ هن کي واپس
هٽڻ جو چئي ڏنو.

چار سال پوءِ سالونيڪا شهر
۾ علي رضا ۽ زبيده کي هڪ ٻار
ڄائو جنهن جو نالو رکيو ويو
مصطفيٰ.

غربت جي مخفيل پر حاڪمن
جي عياشي واري ترڪيءَ ۾
علي رضا ۽ زبيده سالونيڪا جي
ترڪ ڪوارٽرن ۾ هڪ پهاڙ جيءَ
اڌ چڙهيءَ تي، هڪ پراڻي قلعي
جي پٺين اندر رهندا هئا. يهودين
سان ڀريل هي هڪ ننڍو واپاري
شهر ۽ بندر هو جتان بلقان سان
روانگي واپار هلندو هو. علي رضا
هڪ غير اهم شخص هو. سلطنت
جي قرضن واري انتظاميه
۾ ڪلرڪ اچي ٿيو هو. ترڪ
حڪومت جي ٻين هزارين
ڪلرڪن وانگر ٻنا ڪنهن استاد
۽ ڪنهن خاص ڏانءَ جي هو به
ڪلرڪي ۾ جنبيل هو. مهينن جا
مهينا قرضن ۾ ورتل رهندو هو،
۽ نوڪريءَ کان پوءِ واري وقت
۾ واپار وڙو ڪندو هو.

ترڪ ڪوارٽرن جا سوڙا گهر
ماڻ ۽ اند ۾ حياتيءَ گهاريندا
هئا، ڪا چرپر ڪونه هئي.
ننڍين ٻارڙن، جي گهٽين
۾ ڪڏهن راند روند، يا
اوري ٻري جي هوٽلن ۾
ٿوري سرگرمي کان سواءِ هڪ
ننڍاڪڙي ماڻ ڇانيل هئي. اوبل
سويل وڏي ڪاري بيڊولي ڪپڙي
۾ هڪ اک ظاهر ۽ باقي سموري
ڍڪيل ڪا عورت، ڏينهن ڏٺي جو
ڀوت وانگر هڪ گهر مان نڪري
ڪيڏانهن ويندي هئي. هر گهر
جا دروازا پنهنجي پاڙيسرين تي بند
هئا. عورتون هڪ پوشيده
حياتي گهاريندڙ هيون، پر
شاهوڪار پاشائن جي محلاتن جا
حرم سندن من پسند عورتن سان
ڀريل هئا.

زبيده سائين پوڻ ٽيهن ساتي گهاري
سن سالن جي عمر کان جو پردو
ڪيائين، ته ان وقت به پردي ۾
هئي جڏهن ٽيهن سالن جي ڄمار
۾ مصطفيٰ پيدا ٿيس. ڪڏهن ٻاهر
به نڪرندي هئي ته پردي ۾.
هوءَ ... اڻ پڙهيل، ۽ گهر کان
ٻاهر جي معاملن کان صفا اڻ ڄاڻ
هئي. ان هوندي به گهر تي سندس
راڄ هو، ۽ رعب واري زائفان
هئي. هن جو قد ڊگهو، اکيون
بلوري، ڪڪا وار صحت سٺي
هئي. هڪ هاري گهر مان آيل
هئي، ان ڪري ڪم ڪار ۾
اڏي پلي ماڻي هئي، هوءَ ذهين
۽ حياتي جي قديم حقيقتن کان
پلي پت آگاهه هئي. هر ترڪ
عورت وانگر هن جو سڄو ڌيان
گهر، مڙس ۽ ٻارن تي هو.
سندس وڏو پٽ مري ويو هو.
مقبولا نالي هڪ ڌي ۽ پٽ
مصطفيٰ جي پالنا ۾ رڌل،
مصطفيٰ ڏٻري جسم، ٻلو اکين ۽
هلڪي ڇهري وارو هڪ چپ
چاپ رهندڙ، پر ارڏو ۽ کهٽو
ڪري ٻي چيو ٻار هو. هو ٻين
ٻارن سان ورلي ڪا سنگت رکندو
هو ۽ هيڪلو ئي پيو راند روند
ڪندو هو.

علي رضا نوڪري ڇڏي
بانس جو ڌنڌو ڪرڻ لڳو ۽ سندس
خواهش هئي، ته پٽس واپاري
ٿئي. زبيده جي مرضي هئي ته
هو ملان ٿئي. هن کي پهريائين
هڪ مدرسي ۾ قرآن پڙهڻ لاءِ
موڪليو ويو ۽ پوءِ اسڪول
داخل ٿيو، جتي سندس چڱو
چڙهو هو.

اوچتو علي رضا مري پيو، ۽
ڪٺ جي ڌنڌي ۾ ڏوڪڙ پنسا
هئا نه ڪونه. آکهه وٽ
دمڙي به ڪونه هئي. زبيده
سالونيڪا کان ٻاهر پنهنجي هاريو

ڪندڙ پاڻ وٽ وجهي رهي پئي. مصطفيٰ کي اتي گهوڙن جي ڪڙهه صاف ڪرڻ ۽ رڍن جي سار سنڀال جي ڪم تي رکيو ويو. اهو ڪم ۽ آزاد فضا هن کي پنهنجي وڻيا، ۽ پاڻ وڏيڪ سخت، سگهارو ٿيو. پر جيئن ئي ٿورو وڏو ٿيو، ته وڏيڪ هيڪلو ۽ آزاد ٿيڻ لڳو. ٻن سالن کان پوءِ، جڏهن مصطفيٰ ٻارهن سالن جو ٿيو، تڏهن زبيده پنهنجي پٽ کي زور ڀريو ته هن جي پڙهائي جو خرچ ڀري. ڳوٺ ۾ رهڻ واري عرصي ۾ هو وڏيڪ ويڙهاڪ ۽ چڙواڪ ٿي ويو هو. ماءُ جي مرضي هئي ته پٽس ريڍار ٿي نه رهي.

اهڙي ريت هن کي وري سالونيڪا جي اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. پر هي ڏاڍو ڏنگو ٻار هو، ۽ اسڪول جا سڀ ضابطا ٽوڙي، شاگردن سان جهيڙا جهڳڙا ڪندو رهيو، ۽ هڪڙي ڏينهن هڪ استاد هٿان مار کائي، ساڻس بدتميزي ڪري وڃي پڳو، ۽ اچي ماءُ وٽ دم پٽيائين.

زبيده هن کي پاڙهڻ گهريو، پر هن جي پيءُ هن تي پٽسا زيان ڪرڻ نه پئي گهري، زبيده جڏهن پٽ کي سمجهائڻ لڳي، ته هو هڏيون ڏيڻ لڳو. ماءُ رهڙ پٽايس ته پاڻ به جهيڙي لاءِ تيار ٿي ويو. هن جي ماسي جو خيال هو ته ڏنگو ٻار آهي، ۽ واپار سندس وس ۾ ڪونهي، تنهنڪري ڪيس سپاهي ڪبو وڃي. سو هن کي سالونيڪا جي ملٽري ڪئڊٽ اسڪول ۾ موڪليو ويو. ان اسڪول جو خرچ سلطان ڀريندو هو ۽ اهڙن ٻارن کي داخلا ملندي هئي، جيڪي هوشيار هجن. زبيده دل ۾ ٻئي هنئي، پر مصطفيٰ کي ماس واري ڳالهه وڻي. ٻڙي جي هڪ ٻار احمد کي هن يونيفارم ۾ ڏٺو سو ڳالهه

وڻي وس. مصطفيٰ ملان ٿيڻ نه پيو گهري.

پڻس ڪنهن کي پڇائڻ کان سواءِ، هن پنهنجي پيءُ جي جي هڪ رٽائر عملدار دوست کي ميڙ منٿ ڪئي ته هو ڪاليج ۾ سندس وڏو ٿي هلي داخل ڪرائي. هن کان امتحان ورتو ويو، ۽ ماءُ جي روڪڻ کان اڳ ئي هو پاس به ٿي ويو.

ڪئڊٽ اسڪول ۾ هن ٻيو

> „تون نوجوان ۽ بيوقوف آهين“

بختا ڪيا. هو ڪامياب ٿيو پر ٻين کي ڪونه وڻندو هو. جيڪڏهن ٽٻس ڪو تنقيد ڪندو هو، ته ڏاڍو چڙاڪ ۽ بخيل بنجي ويندو هو. هو رڳو پاڻ تائين رهيو ۽ ڪنهن سان يڪاري دوستي ڪونه ٿيس. ڪنهن به شاگرد کي هن جي ڳالهين ۾ پوڻ جي همت نه ٿيندي هئي، جاڪاڻ ته هو وڙهڻ کان ”ڳن ڪهاڙيءَ“ لڳو پيو هو.

هو پنهنجي پڙهائي ۾ تيز هو. حساب ۽ فوجي ڪمن ۾ غير معمولي ذهن ۽ پريڪٽ ۾ ڏيڪ ڏاڪ هو. سندس ٻئي سال ۾ هڪ ماستر ڪئپٽن مصطفيٰ هن کي ترقي ڏني، پڙهائيندڙ شاگرد ڪري، ننڍي ڪلاس سنڀالڻ جو ڪم کيس ڏني ڇڏيو. نالي ۾ فرق ڪرڻ لاءِ هن سندس نالي ۾ ڪمال جو واڌارو ڪري ڇڏيو. ان ڏينهن کان هو مصطفيٰ ڪمال سڏجڻ لڳو.

ڪاليج تائين ڏاڍو تڪڙيءَ سان وڌي آيو ۽ شاگردن کي پاڙهڻ واري معتبري به ڪندو آيو. جڏهن به ڪو ٻيو شاگرد هن کان وڌيڪ ڪامياب ٿيندو هو ته هن کي ڏاڍو ساڙ ٿيندو هو.

ڪئپٽن مصطفيٰ جي دوستي ۽ بچاءُ هن کي چڱي نه لڳي. اها دوستي به چڱي نه هئي. هو ڏاڍو تيزيءَ سان وڌيو ۽ چوڏهن سالن کان اڳ ئي پاراٽي مرحلي کان ٽپي هليو.

سترهن سالن جي عمر ۾ هن ڪيڊٽ اسڪول پاس ڪري ورتو ۽ کيس سينئر ملٽري اسڪول موناستر ڏانهن اماڻيو ويو.

موناستر ۾ سارچ ڪندڙ فطارن جي ڏوڙ ۽ دوڙن جا ذڪر هئا، يونان، ڪريٽ تي قبضو ڪيو. ترڪيءَ جنگ جو اعلان ڪيو ۽ فوجون سرحدن ڏانهن پٺي ويون. ڪشٽي ۽ ويڙهن جو وقت هو. سلطان جي انتظاميا جو سرشتو ته اهوئي سورهين صديءَ وارو هو، پر سندس عملدار بدعنوان ۽ نالائق هئا. هر هنڌ غربت ۽ نالائقي هئي. سمورن نوجوانن اصلاح لاءِ رڙيون پئي ڪيون.

ڳڙهو بگهڙ سلطان عبدالحميد جيترو پرڏيهين کان ڊنل هو، اوترو پنهنجي رعيت کان، هر نئين خيال کي هن چيٽاڙي پئي ڇڏيو، ۽ سڌارن کان انڪار ڪري ڇڏيائين. سموري سلطنت کي جاسوسن جي جار ۾ ويڙهي ڇڏيائين. شخصي آزادي سلامتيءَ جو ڪو نالو نشان ڪونه هو. هن، ڏيهه واسين سان جيل ڀري ڇڏيا. بلقان ۾ موناستر جي اوسي پاسي انقلابي جذبو ڀريو پيو هو. نوجوان مصطفيٰ ڪمال ان سموري حالتن کي سمجهڻ لڳو. هو مروج اختيار خلاف انقلاب آڻڻ جا خواب ڏسڻ لڳو.

موڪل وارن ڏينهن ۾ هو

سالونيڪا ويو، پر ماءُ جي گهر کان پري رهيو، جنهن رودس جي سچي مانيءَ واري هڪ واپاري سان شادي ڪري ڇڏي هئي. مصطفيٰ ڪمال کي ڏاڍي مشڪلات لڳي، ۽ هو ماءُ سان وڙهي به پيو هو. پنهنجي ويڳي پيءُ سان به سندس ڳالهه ٻولهه ڪونه هئي. سالونيڪا ۾ هو، ڊومينيڪن جي ڪن پادرين سان رهي ڪانئن فرينچ ٻولي سکڻ لڳو. هن پاڻ کان ٿوري ننڍي عمر واري شريلي چوڪر فيٿي سان دوستي رکي جنهن کي فرينچ چڱيءَ طرح ايندي هئي. هنن گڏجي جيترو ٿي سگهين انقلابي ادب گڏ ڪيو. والٽيئر، روسو، مورن فرنيچ ليکڪن، هابس ۽ جان اسٽوئرٽ مل جي سياسي معاشيات تي ڪتاب پڙهيا. انهن ڪتابن تي پابندي هئي، ۽ انهن جو پڪڙجڻ معنيٰ قيد جي سزا. خطري جي پڙهڻ ۾ وڏيڪ مزو ٿي آين.

مصطفيٰ ڪمال تقرير بازي شروع ڪري ڏني "ترڪيءَ کي پرڏيهي حملي ۽ بدعنوان سلطان کان آزاد ڪرائڻ گهرجي". آزاديءَ تي هن مضمون لکيا ۽ ڪجهه لفظي شاعري ڪئي.

هن کي خاص طرح سان قسطنطنيه جي جنرل اسٽاف ڪاليج ۾ گزيٽيڊ سب ليفٽيننٽ ڪري چونڊيو ويو. هو هاڻي ويهن سالن جو سگهاري جسم وارو جوان هو.

هن کي حياتيءَ جو تجربو ڪونه هو. سالونيڪا هڪڙو ننڍڙو شهر هو. ننڍپڻ ۾ جنهن لازران ۾ رهيو سو پهاڙيءَ ۾ ڳوٺ هو. موناستر، سو گهو سونهن شهر هو. قسطنطنيه جي وڏي، پر گندي ماحول واري شهر ۾ هو واهيات حياتي گذارڻ ۾ لاهي پيو. راتين جون راتيون هو شراب ۽ جوا ۾ جنبي ويو. شهر ۾ اين جا اڏا هئا، تن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. هن ڪنهن سان به پيار نه ڪيو، پر ضمير کي لتاڙيندو هرڪا حرڪت ڪندو ويو.

اوچتو هن پنهنجي ان عمل سان بغاوت ڪئي ۽ پنهنجي حقيقي مقصد واري ڪم ۾ ساڳي سگهه سان جوٽجي ويو. هن جي ڪاميابيءَ جو بنياد هو پاڻ ئي هو. ترڪيءَ ۾ هر ڪنهن کي پنهنجي لائقي جي آڌار تي اسرڻو ٿي پيو. مصطفيٰ ڪمال پنهنجا سڀ امتحان زبردست طرح سان پاس ڪندو آيو ۽ کيس اسپيشل جنرل اسٽاف ڪورس لاءِ چونڊيو ويو، جيڪو هو پاس ڪري ١٩٠٥ع جي جنوري ۾ ترقي وٺي ڪئپٽن ٿي ويو.

هن پنهنجي ڪم ۾ سياست کي به ملايو. موناستر ۾ هو پين چوڪرن کان ڪجهه وڏو هو، پر اسٽاف ڪاليج ۾ هن جي عمر ۽ ذهانت وارا نوجوان عملدار هئا. ڏٺو ته هو سڀ انقلابي هئا. هر نوجوان، بادشاهه جي جابرين ۽ پرڏيهي عمل دخل خلاف پريو ويٺو هو. هنن جي استادن ۽ سينئر عملدارن جي گهڻائي جون همدرديون نوجوانن سان هيون، پر منجهن ايتري همت ڪونه هئي، جو پاڌر نڪري اچن يا اڳواڻي ڪن.

ڪاليج ۾ هڪ انقلابي تنظيم "وطن" جي نالي سان اڳ ئي موجود هئي ان جون ڳجهيون ڪچهريون ٿينديون هيون ۽ سرڪار خلاف پمفليٽ ڇاپي هٿوهٿ ورهايا ويندا هئا. اها تنظيم سلطان جي برائي حڪومت، عملدارن جي حرامپائين، ظلم ۽ ذون خيالن کي چيڀاٽڻ واري عمل خلاف پريا ويٺا هئا. اها تنظيم انهن ملن جي خلاف هئي، جيڪي وهمن، پرسن ۽ ڊپ جو ماحول پيدا ڪري بادشاهي ۽ ڏاڍ واري سرشتي لاءِ ڍال بڻيل هئا.

"وطن" جي ميمبرن قسم کڻي پاڻ کي ان مقصد سان واڳي ڇڏيو ته شاهي آمريت ختم ڪري عوام جي مرضيءَ واري آئيني حڪومت پارليامينٽ واري قائم ڪري عوام کي ملن کان ۽ زالفانن کي پردي ۽ بند ڪوٺن کان ڇوٽڪارو ڏيارجي.

مصطفيٰ ڪمال "وطن" ۾ شامل ٿيو. اتي پمفليٽ لکيائين، تقريرون ڪيائين. سوسائٽي جي ڪم ڪار بابت ڪاليج جي انتظاميا کي خبر هئي، پر ان ڇاڻي واٽي ان ڏانهن ڌيان نه ڏنو. پر سلطان جي جاسوسن محلات ۾ وڃي اطلاع ڏنو، ته بادشاهه ڪڙي ٿي پيو ۽ ملٽري ٽريننگ جي ڊائريڪٽر جنرل اسماعيل حقي پاشا کي حڪم ڏنو ته "وطن" کي ختم ڪرايو وڃي. هن ڪاليج جي اختياري واري کي ڊيڙاٽ پڌايو، جن اڳتي لاءِ خيال ڪيو ته وڌيڪ گڏجاڻيون ڪاليج ۾ نه ٿين. "وطن" ٻوءِ پاهر ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

مصطفيٰ ڪمال امتحان پورو ڪيو ته عهدي تي چڙهڻ کان اڳ ڪجهه هفتن جي واندڪائي ملي ويس. خرچ پکي لاءِ ڪجهه پئسا ماءُ موڪلي ڏيندي هيس. هن "وطن" جي اڳواڻي سنڀاليءَ ۽ تنظيم جي آفيس لاءِ هڪڙي ڪوٺي مسواڙ تي ورتي، جتي ويهي پمفليٽ لکيا ويندا هئا. ڪن گهرن ۾ هنن جون گڏجاڻيون

هوڏ ٻري جسم، نيرين اکين ۽ هيڏي ڇهري وارو هڪ چپ چاپ رهندڙ ۽ پرارڏو ۽ ٻي ڇيو پار آهي.

ٿينديون هيون. ڪجهه ۽ خطري هن کي ڇڻ پرکي ڏيڻ وارو ڪم ٿي ڪيو. هن انقلابي تنظيم جي ڪم ڪرڻ وارا طريقا سکڻ شروع ڪري ڏنا، جن ۾ سيل ٺاهڻ، ميمبرن جي مقصد سان سچ ئي پرکڻ، ڳجها لفظ ۽ نشانيون ٺاهڻ وغيره اچي ٿي ويا.

پوليس سمورو وقت، تنظيم جي ميمبرن کي سڀ سوڌو پڪڙڻ جي تاڙ ۾ هئي، ۽ اها ڳالهه ڏکي به نه هئي، ڇاڪاڻ ته نوجوانن ۾ چاهه ۽ سرت بدران جوش وڌيڪ هو. هڪڙي جاسوس، تنظيم جو پورو حاصل ڪري ورتو ۽ پوءِ هڪ ڏينهن مقرر وقت تي جيئن سڀ اچي گڏ ٿيا، ته پوليس کين پڪڙي ورتو. ٻين ميمبرن سان گڏ مصطفيٰ ڪمال به استنبول جي جيل ۾ بند ٿي ويو. هن جو ڪيس ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڳنڀير هو. پوليس وٽ هن جي خلاف جهجها ثبوت هئا. جن کي ٻين کان ڌار اڪيلو بند ڪيو ويو. هن جو آئينده اونداهو ٿي نظر آيو. جيڪڏهن سلطان جي نظرن ۾ هو پوانتو ماڻهو سمجهيو وڃي ته ڳوليو به نه لڀي، گهڻا پيا ماڻهو گم ڪيا ويا هئا، يا ڊگهي عرصي جا قيدي بنايا ويا، يا جلاوطن ڪيا ويا.

زبيده ۽ سندس ڀيڻ سالونيڪا کان هن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيون، پر کين اجازت نه ملي، ان هوندي به هنن ڪجهه پئسا ڏياري موڪليس. هر هفتي کان پوءِ هن کي سوڙهي جاءِ تي رکيو ٿي ويو. پر ان قيد هن ۾ وحشت پري ڇڏي.

هڪ ڏينهن اڳواٽ پڌائڻ کان سواءِ هن کي جنگ واري ڪاتي جي آفيس ۾ اسماعيل حقي پاشا جي اڳيان آندو ويو. پاشا ڪا گهڙي هن کي ڏسندو رهيو.

پاشا وڏي ڏاڙهي ۽ ويڪرن ڪلهن وارو، سلطان جي پروسي وارن عملدارن منجهان هو. نيٺ هن ڳالهايو: ”تون پنهنجون ڏاڍيون صلاحيتون ڏيکاري چڪو آهين، جيڪڏهن تون پنهنجو آئينده چاهين پيو ته بادشاهه سلامت سان وفادار ٿئين ها. پر تو ٻاڻ کي ۽ پنهنجي وردي کي بي مانو ڪيو آهي. تون خراب سنگتين سان رهئين، جوا ۽ شراب سان لنوءَ لاتئي. سڀ کان وڏي ڳالهه ته تون بادشاهه جي خلاف ٿي وئين. تون سياست ۾ شامل ٿي، غدارن وانگر پنهنجي آقا جي خلاف پاڇارو شروع ڪري ڏنو. تنهن هوندي به بادشاهه سلامت توتي رحم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. تون نوجوان ۽ بيوقوف آهين. توکي ڪئولري ريجمينٽ دمشق ۾ مقرر ڪيو ويندو. تنهنجي آئينده جو آڌار، تو جي متعلق رپورٽن تي هوندو، پر تون بيوقوفيون ۽ احمقيون ڇڏ ۽ پاڻ کي فوجي فرض لاءِ وقف ڪري ڇڏ. خبردار ٿج، ٻيهر ڪو موقعو نه ملندءِ.“

ساڳي رات پوليس هن کي شام ويندڙ جهاز تي ڇڏي آئي، هن کي مائٽن يا ماءُ سان ملڻ جي اجازت نه ملي. هو بيروت پهتو ۽ اتان گهوڙي تي چڙهي لبناني جبل اورانگهيندو، دمشق ۾ پنهنجي ريجمينٽ سان شامل ٿيو.

اتي اها ريجمينٽ، دمشق جي ڏکڻ وارن جبلن ڏانهن دروزن خلاف ڪارروائي لاءِ سانباها ٿي ڪيا. اهي دروزي هميشه انقلاب ۽ آزادي لاءِ وڙهندا ٿي آيا. هن مهم ذريعي مصطفيٰ ڪمال کي پهرين فوجي سرگرمي جو موقعو مليو، پر باقاعده فوجي لاءِ هي ڪم خاطري جهڙو نه هو. ملڪ ۾ جبلن جون رنڊڪون، ماٺي ۽ رستن جي کوٽ هنن لاءِ وڏا مسئلا هئا. دروزي ڏاڍا سرڪش ۽ زبردست ماڻهو هئا، ۽ ساڳي وقت پنهنجي ڌرتي جي ذري ذري کان باخبر پڻ. ترڪ فوجين ڏاڍا هٿ هنيا، پر مخالفن کي پڪڙي يا نقصان پهچائي نه ٿي سگهيا. دروزين هنن سان باقاعده لڙائي نه ٿي ڪئي ۽ جيئن ئي خطرو ٿي ڏٺائون ته ڌڙي پکڙي ٿي ويا. ترڪ جيڪو ڪجهه ڪري ٿي سگهيا، ته سو اهو ته هنن جي خالي ڪيل ڳوٺن جي گهرن کي باهيون ٿي ڏنائون. اهي ”ڦاڙها ساري“ هو اونهاري جي موڪل تي دمشق ۾ ديرو دمائي اچي ويٺا.

مصطفيٰ ڪمال اتي نئين ”وطن“ جي شاخ قائم ڪئي. جيل جي سختين ۽ حقي پاشا جي دڙڪن هن کي هيسايو ڪونه هو. هو بنيادي طرح هڪ انقلابي هو، جنهن کي ملڪ جي ادارن جي ڪا پرواهه نه ٿي ڪونه هئي. هن ۾ هاڻي جوش جي جاءِ تي ڪڻ ڳوت واري سرت ايندي ٿي وئي. هن شاعري ۽ ادب کي ڇڏيو، ۽ انقلابي تنظيم جي ٺوس ڪم کي لڳي ويو.

هن لاءِ ميدان تيار هو. هتي به هن کي قسطنطنيه جي ساٿين سان هڪ همراهه مفيد لطفي مدد لاءِ ملي ويو. تنظيم ڏوري ڳالهائڻ کان شروع ٿي، شام ۾ ترسيل ترڪ فوج ۾ پکڙجي وئي. هن جو خيال هو ته دمشق کان ئي بغاوت ڪجي، پر سگهو ئي محسوس ڪيائين ته ائين ممڪن ناهي. فوجي عملدارن جو ساٿ هوس پر مڪاني ماڻهو هنن جي خلاف هئا. پوءِ يارن دوستن صلاح ڏنس ته اهو ڪم بلقان ۾ وڌيڪ ڪارائتو ٿي سگهي ٿو، سو اوڏانهن بدلي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري.

هن موڪل ملڻ جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ ئي سالونيڪا وڃڻ جو فيصلو ڪيو. شامي

ڏسو صفحو ۳۸

عالمي معاملا :

# الفتح ۾ ڇڪتاڻ سبب ۽ نتيجا



دنيا جي هر انقلاب کي مختلف لاها چاڙها ڏسڻا پوندا آهن. انهن لاهن چاڙهن جي ڪري پيدا ٿيل ماڻهو کي صورتحال ڪڏهن نهايت پر اميد ڏسڻ ۾ ايندي آهي ته ڪڏهن وري مايوسي جي چڪر ۾ ورجي ويندو آهي. انهي سچي صورتحال جي عقلي ڇنڊ ڇاڻ نه ڪرڻ ڪري سندس قائم ڪيل نتيجا وڌيڪ پختا نه رهندا آهن ۽ ڪيس هر ڀيري منڍ کان ڳالهه شروع ڪرڻي پوندي آهي.

انهي ساڳي ڳالهه کي نظر ۾ رکندي اسان فلسطيني انقلاب جي موجوده صورتحال جو جائزو وٺنداسين. فلسطيني انقلاب جي ماضي ۾ فلسطيني عوام جي قومي پڌيءَ کي تمام اهم رتبو مليل آهي. انهي جو سبب اهو آهي ته صيهوني سازش فلسطين جي سڀني طبقن جي ماڻهن جي مفادن کي نقصان رسايو آهي ۽ کين انهي ڳالهه لاءِ مجبور ڪيو آهي ته هو اتحاد، جدوجهد ۽ اتحاد جي اصول مطابق پنهنجي جدوجهد کي هڪ گڏيل پليٽ فارم تان هلائين. انهي لاءِ پي - ايل - او هڪ اهڙي وڏي اتحاد جي صورت آهي جنهن ۾ هر ڌر پنهنجي ڌار حيثيت پڻ برقرار رکندي پئي اچي. الفتح، پي - ايل - او جي هڪ اهم ڌر هئڻ سان گڏوگڏ هڪ اهڙي جماعت به آهي جيڪا پاڻ کي سڀني طبقن جي نمائنده جماعت جي صورت ۾ پيش ڪري ٿي ۽ اهڙي طرح سندس اها دعويٰ آهي ته ان جو مقصد فلسطين جي قومي مقصدن کي حاصل ڪرڻ آهي.



الفتح کي ١٩٥٠ع واري ڏهاڪي ۾ قائم ڪيو ويو هو. ان وقت به ۽ هاڻي به هن پارٽي ڪو واضح پروگرام نه ڏنو آهي. شروعات کان وٺي سندس اهو موقف رهيو آهي ته اها ڪنهن به نظرئي سان پڌل ڪونهي ۽ سڀني نظرين جا فلسطيني انهي ۾ هڪ جيترو حصو وٺي سگهن ٿا. انهي نموني جي تنظيم جو مقصد ئي اهو هوندو آهي ته جيئن قومي جدوجهد جي اڳواڻي مٿيون طبقو پنهنجي هٿ وس ڪري سگهي. ڇاڪڻ ته جيڪڏهن هو پنهنجو حقيقي پروگرام عوام آڏو آڻي ٿو ته سندس ٿيندڙ حشر پڌري پٽ آهي. انهي ڪري هن لاءِ ضروري آهي ته هو عوامي نعرا ڏئي ۽ عوام جي ڳالهه ڪري، عوام جي اڳواڻي حاصل ڪري ۽ پنهنجي






مقصدن کي پورو ڪري. ان ريت مٿين طبقي جي اڳواڻيءَ ۾ جنهن جي نمائندگي ياسر عرفات ۽ سندس ساٿي ڪري رهيا هئا انهن لاءِ الفتح پڻ فلسطيني عوام جي مختلف طبقن جو هڪ گڏيل پليٽ فارم ٿي پيو.

انهي سڄي پس منظر ۾ اسين الفتح جي موجوده گهوٽالي کي سمجهي سگهون ٿا. الفتح مختلف طبقن جو اتحاد آهي انهي ڪري سندن مفادن جي وچ ۾ ڏيندڙ ٽڪر اٿڻ آهي. اهو ٽڪر ڪڏهن ماٺو ۽ ڪڏهن تيز هوندو آهي. سندس نوعيت جو دارومدار تنظيم منجهه مختلف وقتن تي مختلف طبقن وچ ۾ قائم ٿيل توازن تي



آهي. انهي توازن وسيلي ئي تنظيم جي ٻاهرين سرگرمي جي صورت مقرر ٿئي ٿي. بيروت جي جنگ کان اڳ واري دور کي مٿين طبقي جي مڪمل حاوي هئڻ وارو دور ڪري ليکي سگهجي ٿو. پنهنجي انهي حيثيت جو فائدو وٺندي الفتح پاران پي-ايل-او تي اهڙا ته فيصلا مڙهيا ويا جيڪي اڳتي هلي فلسطين جي مزاحمتي تحريڪ لاءِ تمام هاڃيڪار ثابت ٿيا. انهي جو سبب اهو آهي ته الفتح، پي ايل او جي انڪل سڀني ادارن ۾ پنهنجي گهڻائي کي برقرار رکيو آهي ۽ اهڙي ريت منجهس ايندڙ ڪا به تبديلي پوري تنظيم کي متاثر ڪري ٿي.

بيروت جي جنگ هلندي الفتح منجهه موجوده کابي ڌر، مٿين طبقي جي ڪمزورين جو فائدو وٺندي پاڻ کي وڌيڪ مضبوط ڪيو. ساڄي ڌر جنگ کي وڌيڪ ڊيگهه ڏيڻ جي فائدي ۾ نه هئي. ڇاڪاڻ ته انهي نموني سندس اڳواڻ واري حيثيت وڌيڪ ڀڏري ٿئي ٿي. انهي سلسلي ۾ اهڙا اطلاع به آهن ته ساڄي ڌر سان واسطو رکندڙ، الفتح جا ڪجهه ڪمانڊر جنگ هلندي پنهنجي سپاهين کي ڇڏي پاڻ گولي ٿي ويا هئا. پر کابي ڌر جي دٻاءُ جنهن کي عام طور تي عام سپاهين جي حمايت به حاصل هئي جنگ کي آخري مهينن تائين جاري رکيو. بيروت ڇڏڻ کانپوءِ صابره ۽ شتيلا ڪئمپن ۾ ٿيندڙ فلسطينين جي قتل عام الفتح جي بيروت ڇڏڻ واري فيصلي کي غلط ثابت ڪري سندس حيثيت کي اڃا وڌيڪ ڪمزور



ڪري ڇڏيو. بيروت کي ڇڏي وڃڻ جي فيصلي پويان ان جو اهو مقصد پڻ لڪل هو ته مزاحمتي تحريڪ جي زور کي مختلف ملڪن ۾ سندس ڪارڪنن کي ورهائي گهٽايو وڃي، ته جيئن هو پنهنجن فيصلن کي تنظيم تي مڙهڻ ۾ وڌيڪ آزاد هجن. ان ريت قومي پيٽي ۽ اڪي کي

ان پاران جيڪو نقصان پهچايو ويو، انهي جو اظهار فلسطيني اڳواڻ جارج حباش پنهنجي هڪ ٽيليويزن انٽرويو ۾ هن ريت ڪيو "تنظيم جي مرڪز جي مختلف ملڪن ۾ ورهائجڻ ڪري ڪنڊبل سياسي، ؤقف جي موجودگي ممڪن ناهي. اهو مرڪز هينئر جاگرافيائي ۽ نظرياتي طرح اڳ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ورهايل آهي."

بيروت جي جنگ اسرائيل کي ڪوبه نتيجا مهيا ڪري نه سگهي. هو پي- ايل-او کي ختم ڪرڻ نه پري جي ڳالهه، ڪيس رڳو بيروت ڇڏڻ تي به مجبور نه ڪري سگهيو، انهي لاءِ به ڪيس آمريڪا ۽ عرب رجعت پسندن تي ڀاڙڻو پيو. سندس سمجهه ۾ اها ڳالهه اچي ويئي ته فلسطين جي مزاحمتي تحريڪ کي رڳو طاقت وسيلي چڙوچڙ نه ٿو ڪري سگهجي. انهي مقصد لاءِ ڪيس پنهنجن فلسطيني ۽ عرب دوستن کان به مدد وٺڻي پوندي. فلسطين جي مزاحمتي تحريڪ وٽ پنهنجي سچي جدوجهد هلندي به اهم هٿيار رهيا آهن. انهن مان هڪ، جدوجهد جي مختلف طريقن جهڙوڪ جنگي ۽ سياسي وغيره کي ڳنڍائي هلائڻ ۽ انهن مان هينئر هٿياربند ويڙهه کي فوقيت ڏيڻ. ٻيو هٿيار سندن قومي پڌي آهي جيڪا دشمن جي اک ۾ هميشه ڪنڊي جيان محسوس ٿيندي رهي آهي. آمريڪي اڳواڻي ۾ قائم ٿيل وچ اوڀر جي رجعت پسندن جي اتحاد مختلف سٽائون سٽي فلسطيني تحريڪ کي سندن انهن ٻن اهم هٿيارن کان محروم ڪرڻ جو پروگرام بڻايو. انهي سلسلي ۾ فلسطينين جي بيروت ڇڏڻ کان ترت پوءِ ريگن رٿا جو اعلان ڪيو ويو. انهي رٿا ۾ فلسطينين جي جدا رياست جي وجود کان ئي انڪار ڪيو ويو ۽ اهو تجويز ڪيو ويو ته الهندي ڪناري ۽ غزه جي پٽي کي اردن سان هڪ وفاق جي صورت ۾ ڳنڍيو وڃي. فلسطين جي عوامي محاذ آزادي ۽ جمهوري محاذ آزادي پاران انهي رٿا کي مڪمل طور رد ڪيو ويو، جڏهن ته ياسر عرفات پنهنجي ساڳي منجهيل پاليسي ۽ جو ورجاءُ ڪندي اهو چيو ته انهي رٿا ۾ ڪجهه چڱيون ڳالهيون آهن، انهي ڪري انهي کي پوري طرح رد نه ٿو ڪري سگهجي. ڪجهه وقت کان پوءِ فيض پلان سامهون آيو، انهي پلان ۾ جيتوڻيڪ فلسطين جي آزاد رياست جي ڳالهه ڪئي وئي هئي، پر ان جي باوجود ريگن پلان کي آمريڪا نواز عربن جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو.

هن سال فيبروري ۾ ٿيندڙ پي. ايل. او جي نيشنل ڪائونسل جي اجلاس پنهنجي آئينده جي حڪمت عملي متعلق تمام اهم فيصلا ڪيا. ڪائونسل جي اجلاس وقت سامراجي اطلاعاتي ذريعن وڏي پيماني تي پروپيگنڊا ڪئي ته انهي اجلاس ۾ پي. ايل. او چڙوچڙ ٿي ويندي. انهي پروپيگنڊا جو جواب ڏيندي جارج حباش واضح طور تي چيو ته وائس آف آمريڪا ۽ ريڊيو اسرائيل جن خبرن جي لاءِ انتظار ڪري رهيا آهن انهي سلسلي ۾ کين مايوسي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه هٿ نه ايندو. فلسطين جي کاٻي ڌر لاءِ اتحاد ۾ رهندي اختلاف ۽ جدوجهد مضبوط قومي اتحاد لاءِ هڪ لازمي شرط آهي جنهن کي سامراجي اطلاعاتي ادارا نظرانداز ڪري رهيا هئا. ڪائونسل جي اجلاس ۾ پي - ايل - او جي کاٻي ڌر جي حيثيت انهي ڪري به وڌيڪ مضبوط هئي جو هن وقت الفتح جي کاٻي ڌر هڪ پڌري موقف سان سامهون آئي هئي. ڪائونسل پنهنجي ٺهرائن ذريعي جن فيصلن جو اعلان ڪيو، انهي سان ان لاڙي جي تمام چٽي ريت خبر پوي ٿي. ريگن پلان کي اڳوڻو ڇڏي هڪ پاسي رکيو ويو، ته پٺي به سي فيض منصوبي کي عربن جي گهٽ ۾ گهٽ سياسي سرگرمي ڪوٺي انهي ڳالهه تي زور ڏنو ويو ته هٿياربند ويڙهه کي تيز ڪيو وڃي، ته جيئن انهي قومي توازن کي جيڪو هينئر مڪمل طور تي اسرائيل جي حق ۾ آهي، پنهنجي حق ۾ بدلائي سگهجي.

اهڙي طرح جمهوري ادارن ۾ ساڄي ڌر پنهنجو مقصد حاصل نه ڪري سگهي ۽ آمريڪا ۽ سندس ساٿين پاران انهي ڳالهه جو اقرار ڪيو ويو ته ياسر عرفات ريگن پلان يا ڪئمپ ڊيوڊ ۾ ڳالهين ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پنهنجي تنظيم کان ڪوبه اختيار حاصل نه ڪري سگهيو آهي.

بهرحال عرفات، ڪائونسل جي فيصلن کي هڪ پاسي رکي شاهه حسين سان انهي بنياد تي ڳالهيون شروع ڪيون ۽ انهن ڳالهين جو مقصد هو ته ريگن پلان ۽ فيض پلان جي وچ ۾ ڪا نئين واٽ ڪڍي وڃي. فيض پلان جي سامهون اچڻ سان ئي پي - ايل - او جي کاٻي ڌر انهي شڪ جو اظهار ڪيو هو ته انهي جو مقصد ريگن پلان کي ٿورين تبديلين سان قبول ڪرڻ اهي. ياسر عرفات پنهنجي لڪي هلايل ڳالهين ۾ شاهه حسين کي هر قسم جي اختيار ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويو هو ۽ ايستائين جو واشنگٽن، ياسر عرفات جي ڪمزور حيثيت کي محسوس ڪندي ڳالهين لاءِ اهو شرط ٻڌ لاڳو ڪري ڇڏيو ته پي-ايل-او لاءِ اسرائيل کي تسليم ڪرڻ ڪانسواءِ ڳالهين ۾ شريڪ

نه ڪري سگهجي. عرفات ۽ شاهه حسين جي وچ ۾ هلندڙ ڳالهين ۾ رڳو دستاويزن تي صحيحون پئي ڏيون، جو الفتح ۾ وڌندڙ ڇڪتاڻ کيس پٺتي هٽڻ تي مجبور ڪيو.

انهي عرصي ۾ آمريڪا پاران امن جي نالي ۾ علائقي ۾ پير پختا ڪرڻ جي ڪوشش جاري رهي. ڊگهي ڳالهه ٻولهه ڪانپوءِ لبنان جي حڪمرانن کي اسرائيل سان هڪ اهڙي ڏاهه ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو جنهن ۾ لبنان جي حاڪميت ۽ خودمختياري ۾ مستقل طور اسرائيلي مداخلت کي قانوني حيثيت ڏني ويئي. انهيءَ ڏاهه ۾ انهي ڳالهه کي مکيه نڪتي طور شامل ڪيو ويو ته اسرائيل، شام ۽ پي. ايل. او جي فوجن جي مڪمل طور لبنان مان نڪرڻ کان اڳ پنهنجون فوجون واپس نه گهرائيندو. اهوئي نڪتو هو جنهن اسرائيل کي لبنان تي اڳرائي لاءِ هرکايو هو پر هو پنهنجي ان مقصد کي جنگ ذريعي حاصل نه ڪري سگهيو. شام پاران انهي ڏاهه کي مڪمل طرح سان رد ڪيو ويو ۽ چيو ويو ته اسرائيل بنا ڪنهن شرط جي لبنان مان پنهنجون فوجون واپس گهرائي، جڏهن ته ياسر عرفات پاران ڳالهه صاف نه ڪئي وئي ۽ انهي تي آمريڪا جي وسيلي لبنان سان ڳالهه ٻولهه جي دروازي کي کليل رکيو ويو. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ عرفات تنظيم ۾ پنهنجي حيثيت کي وڌيڪ سگهارو ڪرڻ لاءِ اهڙن همراهن کي ترقي ڏيئي اهم عهدن تي رکيو جن بيروت جي جنگ هلندي اڻ وڻندڙ ڪردار ڏيکاريو هو. انهن مان هڪ حاجي اسماعيل هو جنهن جي خلاف تحقيقات هلي رهي آهي ته هو بيروت جي جنگ هلندي پنهنجن سپاهين کي ڇڏي ڀڄي ويو هو. باغين جي اڳواڻ ابو موسيٰ انهي صورتحال کي بيان ڪندي واضح ڪيو ته انهن مقررين جو مقصد لبنان مان فلسطيني فوجن ڪڍڻ لاءِ ميدان صاف ڪرڻ کان سواءِ اسرائيل خلاف هٿياربند جدوجهد کي مڪمل طور ترڪ ڪرڻ آهي.

الفتح ۾ هلندڙ ڇڪتاڻ ٻاهرين نه پر اندروني سببن جي ڪري آهي. سڄي گهوٽالي جو سبب هڪ ته تنظيم جي اڳواڻي ڪندڙ ساڄي ڌر پاران اختيار ڪيل ڊانواڊول پاليسيون آهن. ٻيو سبب انهن پاليسين تي عمل ڪرڻ لاءِ تنظيم جي جوڙجڪ کي نوڪر شاهي جي بنياد تي منظم ڪري هڪ گروه جي آمريت قائم ڪرڻ آهي. ابو موسيٰ پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ انهي تي ڳالهائيندي چيو ته "عرفات فلسطيني انقلاب کي هڪ اهڙي بدترين نوڪر شاهي ۾ بدلائي ڇڏيو آهي جنهن جو مثال پٺتي پيل ملڪن مان به ڪٿي نه ٿو ملي. اهو ادارو ويڙهه ڪرڻ جي لائق نه آهي. انهي ڪري جڏهن جنگ شروع ٿي ته اڳواڻ پنهنجن سپاهين کي ڇڏي پاڻ گولي ٿي ويا" عرفات جي پاليسين تي ڳالهائيندي ابو موسيٰ واضح ڪيو ته "مسلسل اڳواڻي ۾ لاڳيتو هڪ سال کان تنظيم بي مقصديت جو شڪار رهي آهي، اسان پنهنجو پاڻ کي هر ڪنهن سان ڳنڍيندا پيا اچون. اسان ساڳي وقت آمريڪا سان به آهيون ته سوويت يونين سان به آهيون. فيض پلان جي به حق ۾ آهيون ته برزنيف پلان سان به گڏ آهيون. اهڙي طرح اسان جي پاليسي نظرياتي طور هڪ ڪنيل ٿي پئي آهي."

باغين ياسر عرفات کي موڪليل نوٽ ۾ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته الفتح جو انتظام اهڙي عبوري ڪميٽي جي حوالي ڪيو وڃي جنهن ۾ کين برابر نمائندگي مليل هجي ۽ جيڪا نئين باڊي جي چونڊجڻ تائين ڪم ڪري.

انهي سڄي صورتحال جي جائزي وٺڻ سان ڪجهه ڳالهيون سامهون اچن ٿيون. ساڄي ڌر هٿياربند جدوجهد کي سياسي جدوجهد کان بلڪل ئي ڌار ڪري ٿي پيش ڪري. هو هڪ اهڙي موقعي تي جڏهن قومي انقلاب اڳرائي واري حيثيت ۾ نه آهي هٿياربند جدوجهد کي هڪ پاسي رکي رڳو ڊپلوميسي ذريعي ئي دشمن کان ڪجهه رعايتون وٺڻ ٿي چاهي. انهن رعايتن لاءِ هو ڪنهن به حد تائين وڃڻ لاءِ تيار آهي. اهڙي طرح قومي مفادن سان ٽڪرائجندڙ پنهنجن طبقاتي مفادن جي بچاءَ خاطر هو قومي مفادن کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن. انهي مرحلي تي ئي سندن اڳواڻي وارو ڪردار کهوٽالن جو شڪار ٿئي ٿو ۽ کاٻي ڌر اتحاد اندر رهندي پنهنجي جدوجهد ۽ پنهنجي صحيح موقف ڪري تنظيم جي پاليسين کي وڌ کان وڌ پنهنجي حق ۾ ڪري ٿو.

نيو يارڪ ٽائيمز چواڻي ته آمريڪا ۽ اسرائيل جا جاسوسي ادارا الفتح اندر انهيءَ ڇڪتاڻ کي ڏاڍي ڳنڀيرتا سان ڏسي رهيا آهن. ڇاڪاڻ ته کين انهي ڳالهه جو ڊپ آهي ته کاٻي ڌر جي هٿ ۾ اقتدار اچڻ سان اسرائيل خلاف فوجي ڪارروائين ۾ واڌارو ايندو. جڏهن ته عرفات جي هٿ ۾ اقتدار هئڻ جي صورت ۾ به سندس موقف مستقبل ۾ وڌيڪ سخت هوندو.

انهي ڇڪتاڻ تي ٿيندڙ بين الاقوامي رد عمل مان نه اسان

ڏسو صفحو ٣٨

# هر ڪو ماڻهو موتيءَ داڻو




ف. م لاشاري

**تنوير عباسي**

ڄم: ستين ڊسمبر ١٩٣٤ سرڳو ديرو ( خيرپور ضلعو )

تعليم: هيرانند اڪيڊمي ڪراچي ۾ ابتدائي تعليم، اين جي وي هاءِ اسڪول، ڊي جي ڪاليج، ايل ايم سي ڄامشورو.

ادب ۾ شروعات: سورهن سالن جي عمر ۾، پهريون شعر حيدرآباد جي رسالي فنڪار ۾.

شاعري جا مجموعا: ”رڳون ٿيون رباب“، ”شعر“ ۽ ”سج تري هيٺان“ ٻيا ڪتاب: شاهه لطيف جي شاعري جلد پهريون شاهه لطيف جي شاعري ٻيو جلد لکجي رهيو آهي. ويٽنامي ناول جو ترجمو ”جي ماريا نه موت“. ”پارا ڍول“ جي ترتيب ”جديد سنڌي شاعري“ چونڊ ۽ ترتيب. نانڪ يوسف ۽ خير محمد هيسباڻي جي شاعري جي ڪتابن جي ترتيب. يورپ جو سفر نامو ”ڏوري ڏوري ڏيهه“ ۽ مضمونن ۽ مقالن جو مجموعو (هي ٻئي ڪتاب ڇپائي هيٺ)

سوال: سنڌي ادب ڌرتيءَ (Prtisan) وارو ڪردار ڪهڙن بنيادن تي اختيار ڪيو؟

جواب: ڪنهن به ادب جو ڪردار، قوم جي پنهنجي وقت جي مجموعي صورتحال مطابق هوندو آهي، ڇو ته ان جي حالتن کان ڌار ڪا حيثيت ڪانهي. ادب هڪ ثقافتي پيداوار آهي ۽ اجتماعي قوميت جي سياسي، سماجي ۽ تاريخي پس منظر ۾ جنم وٺي ٿو. سنڌي ادب جو ڪردار به ساڳيو آهي.

سوال: توهان اندر ڌيل ادب جو حصو ڪيئن ڏنا؟

جواب: سنوٽجيون مخصوص حالتون ممڪن آهي ته ڪي ذاتي به هجن، پر اجتماعي حيثيت سان حالتن جو اثر ته وري مون تي به پوي ٿو ۽ مان به ڪُل جو جُز آهيان. مون کي سنڌي سماج کان الڳ نه ٿو ڪري سگهجي.

سوال: فرد جو مسئلو ادب ۾ هڪ سوال بڻيل آهي ۽ انهن سڀ جو چوڻ آهي ته تخليق جو مرڪز فرد آهي. توهان ان متعلق ڪهڙي راءِ رکو ٿا؟

جواب: فرد ۽ سماج جو رشتو ٻيءَ ساءَ، پيڻ پاءَ وارو آهي اسانوٽ گذريل اڌ صديءَ کان اهو فرد ۽ سماج جو رشتو ٽٽي پيو آهي. فرد محصول ۽ ننڍڪسون ڏني ته موت

۾ سماج جو فرض آهي ته هو فرد کي عزت، حياتي ۽ ملڪيت جي سلامتي ڏئي. پر اهو رشتو ٽٽي چڪو آهي. فرد، محصول ته پري ٿو پر ڪنهن به زندگي ملڪيت، محنت ۽ عزت جي سلامتي ڪونه ملي آهي. ان حالت ۾ فرد نراجي ۽ ڇڙواڳ ٿي وڃي ٿو.

سوال: اديب سماج جو شعور ۽ ساڃهه رکندڙ فرد آهي، اهو ان نراجيت ۾ ڇو ٿو ڦاسي؟

جواب: اهي فرديت ڏانهن مائل (Individualist) اديب ڊاڙيل آهن. ادب ۾ انارڪزم ائين آهي جيئن سماج ۾ ڊاڙيل جيڪو اديب ذهني طرح پختو ڪونهي اهو ائين آهي.

سوال: ان جو توڙ؟

جواب ان جو توڙ اهڙو سماج پيدا ڪرڻ آهي جنهن ۾ فردن کي سماج سان رشتو قائم ڪرڻ جو احساس پيدا ٿئي، ادب جيڪڏهن ان پاسي قدم رکي ته ان جو ڪردار اهم ٿي سگهي ٿو پر اهو ڪم اديب کان وڌيڪ سياستدان جو آهي. فرد ۽ سماج ۾ جيڪڏهن رشتو ٽٽي ٿو ته اهو ائين آهي جيئن انٽم جي ذرن ۾ رشتو ٽٽي پوي ۽ ان سان پوائنٽي قسم جي تباهي پکڙجي وڃي.

سوال: اديب جو ڏر ڏيڻ ڪنهن سان ۽ ڇو؟

جواب: سارتر چيو هو ته اسين سڀ ادب ڏانهن ذميوار آهيون سان پر ٿو چوان ته اسين سڀ ڏانهنس ذميوار آهيون ۽ اهو اسان جو ذريعو آهي پر عوام جي وسيلي. ادب آسماني صحيفو ڪونهي ادب زمين جي پيداوار آهي، ان ڪري ادب جو انسان ۽ ان جي سماج سان گهرو تعلق آهي. غيرجانبداري خلا ۾ ممڪن ٿي سگهي ٿي.

سوال: تنظيمي سطح تي ان جو نبيرو؟

جواب: برٽرينڊرسل جي هيومنسٽ تحريڪ تنظيمي سطح تي ان جو جواب آهي.

سوال: انسان پرستي واري ان مجرد ۽ سماجي ڏر بندي واري اصول کي نظرانداز ڪيل ان تحريڪ جو ڪو ڪارائتو نتيجو سامهون ته ڪونه آيو آهي؟

جواب: مون اڳي ئي چيو آهي ته ”هرڪو ماڻهو سوڻي ۽ داڻو، هرڪا دل هيرن جي کاڻ. چاڻي ڏس ته سهي اڻ چاڻ.“ سو ماڻهو جي معنيٰ ئي اها آهي ته هن جون جانور واريون جبلتون ختم ٿيل هجن. جنهن ۾ حيوانيت نه هجي اهوئي ماڻهو آهي. ڪراچي جو هڪ اڳوڻو ميئر جمشيد نسروانجي ڪنهن گهوڙي کي چهڙو ڏيندو هو ته گهوڙي کي ڏڏي تي اچي ڀڄاريندو هو ۽ دانهن ڏيندو هو ته هن تي ظلم ٿيو آهي.

سوال: توهان انسانيت جي ڳالهه ڪريو ٿا ۽ ساحري واري طلسم جو ذڪر به ڪيو اٿو. اهو ساحري به ماڻهو آهي ۽ ماڻهپي تي ئي اختيار رکي ٿو؟

جواب: ماڻهوءَ جي وصف تي جيڪڏهن سوئر به پورو اچي ته اهو ماڻهو آهي ۽ جيڪڏهن ماڻهوءَ ۾ سوئر واريون وصفون آهن ته اهو سوئر آهي.

سوال: تخليق هڪ واردات آهي، ان لاءِ ڪنهن به رٿا جي ضرورت ڪونهي. اوهان ڪهڙي راءِ جا آهيو؟

جواب: تخليق ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. روايتي ادب ۾ انهن مان هڪ کي آورد ۽ ٻي کي آمد چيو ويندو آهي. آورد ۾ سوچي لکيو آهي ۽ آمد ۾ اوچتو لکيو آهي. آمد بهتر ٿيندي آهي.

سوال: اوچتو لکجڻ واري عمل جي نتيجي ۾ ڪا اهڙي شيءِ به لکجي ويندي هوندي جنهن کان پوءِ ليکڪ کي خاطري نه ٿيندي هجي؟

جواب: خاطري نه ٿيندي ته ڦاڙي ڇڏيندس. مون جيترا شعر لکيا آهن ان کان ڏهوڻا ڦاڙيا آهن،

سوال: ڦاڙڻ جو بنياد؟

جواب: ٽيڪنيڪل.

سوال: اوچتو لکجي وڃڻ واري ڳالهه لاڳو ٿيڻ جي صورت ۾ ائين به ته چئي سگهجي ٿو ته اهو شعوري عمل ڪونهي؟

جواب: ادب مشڪري ناهي اهو شعوري عمل آهي رٿابندي ڪرڻي پوي ٿي. ادب خبرداري سان سوچڻ جو نتيجو ۽ عمل آهي.

سوال: تجربي ۽ مشاهدي جهڙي تخليق جي عمل تي ٿيندڙ اثر کي ڪجهه واضح ڪندا؟

جواب: مشاهدو، سيڪنڊ جي سوين حصي جيتري پلڪ ۾ جهلڪ جهڻڻ واري ڳالهه آهي ۽ تجربو هڪڙي نه پر ڪيئي زندگين جو نتيجو آهي. مشهور آرٽسٽ وان گوف ستارن کي ڪجهه جي پوڙهن وانگر ڏٺو ۽ ائين ئي انهن جي تصوير ڏيکاريائين. تجربو هڪ کان وڌيڪ زندگين جو سلسلو آهي. ماڻهوءَ جي ٻيهر اچڻ وارو تصور ان تجربي جو نتيجو آهي.

سوال: هنڌوڪين حالتن تي تصوف کي لاڳو ڪرڻ ڪيترو ضروري آهي؟

جواب: هنن حالتن ۾ ضروري آهي.

سوال: هيئنر هر ڪا ڳالهه سائنس جي مسئلن جي حوالي سان ڪجي ٿي.

جواب: تصوف کي به نئون جامو ڏئي Neo تصوف ڪري سگهجي ٿو.

سوال: جڏهن سائنسي سوچ

موجود آهي تڏهن تصوف کي ڪنهن به روپ ۾ اڳيان آڻڻ جي ضرورت ڪهڙي آهي؟

جواب: تصوف تي دانشورانه قسم جو ڪتاب محي الدين ابن العربي جو ”فصوص الحڪم“ آهي. ان تي تصوف کي مقبول وضاحت پنجاب جي مادو لال حسين ڏني. بابا فريد گنج شڪر، سيد علي هجويري، شاه لطيف ۽ سچل ان ذريعي ڪٽر پرستيءَ جي جادو کي ختم ڪيو سائنسي سوچ رکندڙ ۽ فڪري طرح اڳڀرا ماڻهن کي پلي اڳتي هلڻ ڪيو، اسين به انهن سان آهيون.

سوال: انهن سان هڻڻ جي حالت ۾ تصوف تان هٿ کڻڻو پوي ته؟

جواب: تصوف، ڪائنات جي وحدت ۽ انسان ۽ ڪائنات جي تعلق واري وحدت کي قائم ڪري ٿو. تصوف ۾ فرد ۽ سماج جي رشتي واري وحدت موجود آهي ۽ اهو سچي ڪٽر پڻ کان مٿيرو ٿي انساني وحدت جي ڳالهه ڪري ٿو. سان ڏهه صديون اڳ واري تصوف جي ڳالهه نٿو ڪريان پر تصوف کي وحدت جي صورت سمجهان ٿو.

سوال: انساني ٽڪرائن کي ان وحدت ۾ ڪيئن فٽ ڪندا؟

جواب: تضادن ڏانهن ٻن قسمن جا رويا آهن: هڪ نفرت وارو ۽ ٻيو محبت وارو. سماجي تضادن ڏانهن به رويو همدردي وارو ۽ ٽڪرائن ڏانهن محبت وارو رويو هجي. اٿين ٿي تراجيت ڏانهن به روش نفرت واري نه پر چنڊ ڇاڻ ڪرڻ واري هئڻ گهرجي.

سوال: اهي رويا داخلي ڪونهن؟

جواب: محبت واري ڳالهه معروضي آهي، اٿين جيئن ڊاڪٽر جي ذميواري آهي ته سمورا شخصي ٻيد ڀاءَ ڇڏي مريض سان شفقت وارو ورتاءُ ڪري.

سوال: تصوف هڪ روش آهي يا نظريو؟

جواب: نظريو نٿو چئي سگهجي، تصوف هڪ روش آهي.

سوال: تصوف جي دائميت متعلق ڇا ٿا چئو؟

جواب: هر ڪا شئي تبديل ٿيندڙ آهي ۽ تصوف تي به اها ڳالهه لاڳو ٿئي ٿي.

سوال: پلا سنڌ ۾ ڪلهوڙا به تصوف جي آڌار تي حڪومت ۾ آيا هئا ۽ اختيار هٿ ڪرڻ کان پوءِ ڪجهه ٻي واجبون سندن هٿان ٿيون؟

جواب: آدم شاهه يا يارمحمد ڪلهوڙو صوفي نه هئا. ڪلاسيڪل تصوف ۾ پيري مريدي وارو تصور آهي ۽ اها انهيءَ دور جي ڳالهه هئي.

سوال: سنڌي ادب کي مستقبل مزاجي سان اسڪندڙ فيض، ڪرشن ۽ ساحر جهڙا ماڻهو ڇو نه مليا آهن؟

جواب: اهي ورهاڱي کان اڳ جا اديب آهن ۽ ان ٽي دور کان ڪين پڙهندڙ مليا. ان کان سواءِ هنن شهري حالتن کي به ڏٺو، جتي انساني خامين جي گهرائي جي ڇنڊ ڇاڻ ڪيائون ۽ ان جي ڪارڻن کي سمجهايائون.

سوال: نئين ٽهي جي حوالي سان اڄ جي ادب جا مسئلا ڪهڙا آهن؟

جواب: نئين ٽهيءَ جو وڏو مسئلو انگريزي کان بي خبري آهي. گهٽ انگريزي ڄاڻڻ ڪري هو ٻاهرين ادب کان آگاهه ڪونهن، ان ڪري معيار ڪري ٻيو سون ڏٺو آهي ته اسان جا ڪيترا سٺا شاعر پنهنجي ڪلاسيڪي ورثي کي نٿا پڙهن. شاهه، سچل ۽ سامي هنن کي بر زبان ياد هئڻ گهرجن. ٽي وي، ريڊيو، رسالن ۽ اخبارن ۾ اچن ٿا پر شاهه کي چڱيءَ طرح پڙهي نٿا سگهن. ضروري آهي ته عالمي معيار جي ادب کان واقف ٿين، تڏهن ئي سٺو ادب تخليق ڪري سگهندا.

سوال: هڪڙو سبب اهو ڪونهي ته هو سماجي مسئلن جي گهرائي کان واقف ڪونهن؟

جواب: اها تعليمي سرشتي جي خامي آهي. انگريزي جي اهميت تي ان ڪري زور نٿو ڏنو وڃي ته ماڻهو پلي جاهل رهن. ان گهوٽالي جو نبيرو مطالعو ڪرڻ آهي.





عشق سلامت منگڻ، عشق مبارڪ ڏيڻ، عشق ۾ لوڪ جا طعنا تنڪا سهڻ جي باوجود پيڙ باهم عشق جي ۾ ڪڏي پوندڙ، پياڻي جي خلاف جنگ جوٽيندڙ ۽ اناالحق جو نعرو ڏيڻهن سان اوچو ڪندڙ عظيم عاشق سچل سرمست جي زمين درازا تي ١٤ رمضان ۽ ٢٦ جون واري ڏينهن، سال جو عرس ملهايو ٿي ويو.

مهينو رمضان جو ۽ گرمي اتر سنڌ جي، سا سچل سان عشق جي هام هڻندڙن ۽ آزمائش جهڙي

# ”عشق گهمايان گهتيان“ جو احوال

## سچل سرمست جي ميلي ۽ ٽيهين ادبي ڪانفرنس

ايمان سلامتي هر ڪو منگي، مان عشق سلامت منگي

گهڙي هئي. اهو ته نه ٿو چئي سگهجي ته جيڪي اتي آيا اهي سڀ ان آزمائش ۾ پورا لٿا ۽ هاڻي پلي ڪن تي پڪو رکي ويچي ويهي رهن، پر نه چڱو خاصو ڏوري پهچندڙن پنهنجي پت رکي.

صبح جو نوين وڳين کان ادبي ڪانفرنس جي شروعات ٿيڻي هئي پر نوين وڳي اجها پنڊال جو ڍانچو ٺهي پورو ڪونه ٿيو هو. ساڍي ڏهين يارهين وڳين ڌاري اسٽيج تي سگهڙن جو ڊنبلو اچي پيتو ۽ لوڪ ادب جي هنن نقيبن مختلف صنفن سنجهان واري سان ڪچهري نه ڪچهري ٿي پڏايو. بيت ۽ سينگار جا بيت پڏائڻ کان پوءِ ڳجهارتن جي محفل متي، جهونا جوڳي پاڻ آزمائڻ آيا ۽ ڏاڍي مزيدار قسم جي ڏي وٺ ٿي.

ان کان پوءِ باقاعدي ادبي ڪانفرنس جي شروعات ٿي ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب اسٽيج تي صدارت جي ڪرسي سنڀالي. قاسمي صاحب پروگرام موجب خاص مهمان جي حيثيت ۾ آندا ويا هئا، ۽ صدارت ڪراچي يونيورسٽي جي وائيس چانسلر ڊاڪٽر معصوم علي ترمذي کي ڪرڻي هئي. پر ترمذي صاحب هڪ ته دير سان پهتو ۽ سندس طبيعت به ٺيڪ ڪونه هئي. ادبي بورڊ جي سيڪريٽري غلام رباني آگري اسٽيج سنڀالي. ۽ پور ان ريت رکي وئي ته اڳ ۾ مقالا ۽ مضمون پڙهيا وڃن ۽ پوءِ مشاعرو ٿئي.

ڊاڪٽر نواز علي ”شوق“ مقالن پڙهندڙن سنجهان پهريون اديب هو جنهن کي اسٽيج تي ڪوٺ ٿي. شوق صاحب جي مقالي جو عنوان ”سچل جي شاعري تاريخ جي روشني ۾“ هو. مقالي جي شروعات ۾ سنڌ جي تاريخ جا اهم واقعا تاريخوار پڌايا ويا، جنهن ۾ ١٥٢٠ع کان ١٧٣٠ع تائين سنڌي ماڻهن جي ڪڏهن باقاعده پاڻ هرتو گوريلا جنگ جو به ذڪر هو. ان سموري تاريخي صورتحال جي روشني ۾ سچل جي شاعري جو ذڪر ڪيو ويو. ۽ مقالي ۾ اها حقيقت عيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته سچل جهڙو پنهنجي دور جو نهايت ذهين شخص پنهنجي قوم تي وهيل ۽ وهندڙ ويل کان پاڻ کي ڌار نه ٿي ڪري سگهيو ۽ ان سلسلي کي قائم رکندي سچل غلط روايتن خلاف سرڪشي ڪئي ۽ هو انسان جي عظمت جو پرچارڪ هو.

سنڌ يونيورسٽي جي سنڌالاجي شعبي جي سربراه ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تفصيلي مقالي جو عنوان ”علم اللسان ۽ سچل جو ڪلام“ هو. الانا صاحب جي مقالي ۾ سچل جي ڪلام ۾ آيل اشارن، اصطلاحن، علامتن، جو ذڪر ۽ انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪئي وئي. الانا صاحب جتي سچل جي ڪلام جي گرامر تي وبحثن کي پڌايو، اتي سچل جي دور جي سماجي حالتن جو به ذڪر ڪيو



فتاح ملڪ

۽ چيو تہ سچل سنڌ جي سياسي تاريخ جي ان عرصي جو ساکي هو جڏهن ڪلهوڙن جو پويون دور سنڌ تي مدد خان جي ڪاهہ ۽ وطن دوست سنڌي اڳواڻن جو قتل ڏٺائين تہ ٽالپرن جو زمانو بہ ڏٺائين. الانا صاحب چيو تہ سچل جي دور ۾ لفظن ۽ لغت ۾ واڌارو ٿيل هو ۽ ان جي شروعات ڀٽائي ڪئي هئي ۽ سچل فارسي ۽ عربي جا گهڻا لفظ ۽ ترڪيبون استعمال ڪيون. الانا صاحب چيو تہ سچل جي شاعريءَ جي انهن فني پهلوئن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي.

”عقيدت جا گل“ جي عنوان سان مسٽر غلام رباني آگري



هدايت بلوچ

پنهنجي لکيل پڙهي ۽ اديبن کي گڏ ڪندڙ منتظمين کي ساراهڻ کان پوءِ هن صاحب سچل جي صوفي هئڻ واري پهلوءَ تي روشني وڌي.

مسٽر حميد سنڌي ”سون ليان توسان“ جي سري سان هڪ ٿاٿر پڙهيو ۽ ٻڌايائين تہ سنڌ جي تاريخ لکڻ واري ڪم تي فڪري انقلاب جو وڏو اثر رهيو آهي. هن چيو تہ سنڌي مفڪرن،

اديبن ۽ شاعرن اسان جي زخمن جو ڪڏهن نشتر سان ۽ ڪڏهن ڪوڙين ستين ڦٽڪين سان علاج پئي ڪيو آهي ۽ سنڌي شاعرن، ڀٽائي، سچل، بيدل ۽ ٻيڪس جيڪو ڪجهہ ڏنو، ان پوچارا ہر ڪري ڇڏيا.

محترم رشيد ڀٽي، ”سچل سارو سچ“ جي موضوع سان سچل



غلام مصطفيٰ قاسمي

جي سرڪشي ۽ سچ سان ساٿ نڀائڻ واري عمل جي آفاقي قدرن جي ڪسوٽي تي پوک ڪندي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي ۽ خود سچ ڪي، جيڪو، سواءِ ڇنڊ ڇاڻ جي هڪ مجرد اصطلاح آهي تنهن جي لاڳاپيل، نسبتي ۽ قطعي قسمن تي روشني وڌي.

جناب محمد علي حداد، جنهن سچل تي ٿيندڙ ڪم جي ببلوگرافي تي ڪم ڪيو ۽ اڃا بہ ڪندو اچي تنهنجي مقالي جو عنوان هو ”سچل وٽ محنت جو مان.“ مراد صاحب سچل جي سرمستي جي حوالي سان سچل وٽ محنت جي مرتبي ۽ حيثيت کي واضح ڪيو ۽ ٻڌايو تہ مقصد لاءِ ڏوڳ ڏاڍ، سورو ۽ سختيون سهڻ ۽ گڏوگڏ عزم ۽ همت جهڙا جذبا پورهئي جي اهميت کي اڀارين ٿا.

محترم خادم عباسي، جنهن کي گذريل سال ساڳي موقعي تي سچل سرمست تي تڪميل مقالي



رشيد ڀٽي

تي سڏايو ويو هو، تنهن پنهنجي تقرير جي شروعات ڪندي چيو تہ صوفي شاعرن جو الميو اهو آهي تہ مختلف ماڻهن پنهنجي ليکي هنن جي ڳالهين جو مطلب ڪيو ٿا. هن چيو تہ سچل جي مشهوري جو ڪارڻ ولي الله هئڻ نہ هو ڇاڪاڻ تہ سوين اهڙا ولي الله آهن جن کي پنهنجين ايراضين کان ٻاهر ڪوبہ نہ ٿو سڃاڻي. هن چيو تہ هو سنڌ واسي ننڍي توڙي وڏي جي دل ۾ سچل ۽ ڀٽائي جي وسڻ جو بنيادي ڪارڻ اهو آهي تہ هنن جو عوام سان عشق هو. خادم عباسي سچل جا هي شعر ”لوڪ ڪنون لڄ سور نہ آوي، عشق ڪهايان ڪهڻيان“ ۽ ”جيڪا نالو گهنهين نينهن جو،



غلام رباني آگرو

تنهن کي ايندي شهر نيڪالي“ ٻڌائيندي چيو تہ ڏٺي جي عشق ۾ شهر نيڪاليون ڪونہ ملنديون آهن. سو سچل جڏهن چوي ٿو تہ ”وقت اهو ٿئي وير، دوئي دور ڪرڻ جو“ تہ اها سماجي وحدت ۽ ڪٽر پڻي ختم ڪرڻ جو ڏس آهي. خادم چيو تہ سچل جو ڪلام مڪمل طرح سان ڪونہ سهڙيو ويو آهي ۽ گهڻو اهڙو ڪلام آهي جيڪو

فقير ته ڳائڻ ڏانهن رسالي ۾ ڪونهي. ان ڪري علائقي جي هڪ ٻئي شاعر شاهه نصير جو ذڪر ڪندي هن چيو ته ان جو ڪلام جيڪڏهن ڇپجي ته سنڌ جي تاريخ وري لکڻي پوندي. هن زور ڏيندي چيو ته جيڪڏهن سچل کي سماج کان ڪٽي ڌار ڪيو ويو ته اها ساڻس بي انصافي ٿيندي.

ان کان پوءِ نوجوان شاعر مختيار ملڪ ”سچل جي شاعريءَ ۾ جمالياتي احساس“ جي عنوان سان مضمون پڙهيو ۽ چيو ته انسان سونهن پسند آهي ۽ سونهن کي ماڻهن ۾ حواس ۽ قلب جو اهم ڪردار آهي.

ڪراچي يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ڊاڪٽر معصوم علي ترمذي پنهنجي مقالي جي شروعات سنڌيءَ پڙهندي ڪئي. سندس مضمون جو عنوان هو ”سچل هڪ عظيم انسان ۽ صوفي جي حيثيت ۾“. هن صاحب بعد ۾ اردوءَ ۾ پڙهندي چيو ته صوفين بادشاهن جي اڳيان به حق جو ڪلمو چوڻ ۾ دير نه ڪئي ۽ انهن هنن ماڻهن جي دلين جي تربيت ڪئي. هن چيو ته سچل سرمست انسان جي عظمت جو قائل هو.

مقالن کان پوءِ مشاعرو ٿيو جنهن ۾ سير صوبدار ”سعيد“، نذير قاضي، مقصود گل، غلام نبي عاقل، اظهر سورائي، مختيار ملڪ، نظام الدين زائر، عزيز زائر، اقبال، اسد خير پوري، هدايت بلوچ، پرواني پنهوَر ۽ فتاح ملڪ سچل جي ناتي سان پنهنجا شعر پڙهيا.

آخر ۾ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي پنهنجي صدارتي تقرير ۾ چيو ته علم جيستائين عمل ۽ طريقن ڏانهن مائل نه ٿو ٿئي تيستائين اهو عذاب آهي. هن چيو ته سچل جي اها عظمت آهي جو خواجا غلام فريد به سچل کي پنهنجو امام بنايو هو ۽ پنهنجي ڪلام ۾ اهڙو اظهار ڪيو اٿس. سچل جي ڪلام تي ٿيل فڪر جي حوالي سان ڳالهائيندي قاسمي صاحب ٻڌايو ته ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي سچل جي ڪلام جي لغت لکي مڪمل ڪئي آهي ۽ اها سچل يادگار ڪميٽي جي حوالي ڪئي وئي آهي. هن اهو به ٻڌايو ته سنڌي ادبي بورڊ هن عرس جي موقعي تي روحل فقير جو ڪلام پيهر ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. قاسمي صاحب اهو به چيو ته سچل جي اصلي رسالي کي ڳولي هٿ ڪرڻ واري ڪم کي سنڌي اديب ۽ محقق پاڻ لاءِ هڪ چئلينج ڪري سمجهن. هن اهو به چيو ته سچل جي دور جي شاعرن جي زندگي تي ڪوجنا وارو ڪم به مختلف اديب پاڻ تي کڻن.

اهڙي طرح شام جي نين وڳين ڌاري هيءَ ڪانفرنس پڄاڻي کي پهتي. ۽ سخت گرمي هوندي به ماڻهن ڏاڍي ڌيمد سان هر هڪ اديب کي ٻڌو. اها ٻي ڳالهه آهي ته درباري جي مختلف تعلقن جا آيل ڪي عملدار اوقاف کاتي جي آفيس ۾ پاڻ کي ايئرڪنڊيشنڊ ڪمري ۾ حفاظت سان ويهاريو ويٺا هئا ۽ سچل تي اديبن جي جاکوڙ ۽ ذهني پورهئي تي ڌيان ڏيڻ بدران ويٺي گرميءَ کان ڊنا.

گرمي سبب ٻي ڏينهن جو ميلي ۾ به ماڻهو ڏاڍا ٿورا هئا. البت سج لهندي ئي خلقت اچڻ شروع ٿي وئي، ڇاڪاڻ ته هڪ رات اڳ ٿيڻو هو، ۽ پيو نه ڪڙمي ڪاسبي ويچارا پنهنجي ڪمن ڪارين کان مس واندا ٿيا هوندا.

## بقايا: الفتح

مختلف ڌرين جي مؤقف جو اندازو لڳائي سگهون ٿا. مصر، سوڊان، سعودي عرب ۽ چين وغيره ياسر عرفات کي مڪمل طرح پنهنجي حمايت جو يقين ڏياريو آهي، جڏهن ته شام ۽ ليبيا جو اصرار آهي ته اهو الفتح جو اندروني معاملو آهي ۽ انهي کي تنظيم اندر جمهوري بنيادن تي حل ڪرڻ کپي. پراوڊا پنهنجي ردعمل ۾ ڇاپيو آهي ته اهو الفتح ۾ موجود مختلف ڌرين جو پاڻ ۾ جدوجهد جي طريقن ۽ حڪمت عملين ۾ اختلاف جو نتيجو آهي.

بهرحال فلسطين جي قومي مفاد ۾ انهيءَ ڇڪتاڻ کي امن پرڻي نموني ختم ڪرائڻ جون ڪوششون جاري آهن. تازو جيڪو ٿيو آهي اهو انهيءَ لحاظ کان اهم آهي جو انهي ۾ ياسر عرفات پاران الفتح کي جمهوري بنيادن تي هلائڻ لاءِ ڪجهه رعايتن ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي.

ليکڪ: رئوف نظاماڻي

## بقايا: پورو بگهڙ

ڪناري تي جافا جي سامونڊي بندر تي احمد بي ڪمانڊر هو، جيڪو به ”وطن“ جو ڪارڪن هو، سو هن جي مدد لاءِ تيار ٿي ويو. ڪجهه ڏينهن جي موڪل وٺي هو جافا پهتو، ۽ پو واپاري سڏائي ويس بدلائي ڪوڙن ڪاغذن ۽ ٻئي نالي سان مصر کان ٿيندو، اٿينس ٿيي سالونيڪا پهتو. اتي هرڪا ڳالهه اٿين جو اٿين هئي. اهائي سماجي بي آرامي، ساڳي ماڻهن لاءِ ڏچا، ۽ ڳجهيون تنظيمون جون انقلاب لاءِ تياريون.

(هلندڙ)



# لک استاد لک

استاد بخاري

پارڙا منهنجا
۽ منهنجو انتظار؟
من ڪلي تن ڪي ڪٽان- ڪيڏان، گهران اهڙيءَ طرح-
جهڙيءَ طرح
بيءُ گهرندو آ ٻچن کي پهڪندي،
مان
سدائين سوچ کان وڌ لوچ واري حال ۾ گهر ۾ گهڙان،
۽ لڪان ويٺو الائي ڇا جو ڇا؟
ڪيڏي خود غرضي الا!
پارڙا
ڪرڪي ڪنجهي خرچي گهرن:
ڳاڙهڙين اکڙين ۾ ڳوڙها ڪوسڙا
پورڙن ڳلڙن تي لڙڪن ليڪا سيرڙا:
پر ڪري ٻڙڇيون ٺڪن ڏا هارءَ ۾.
مان اڻي
ڏاڍو ڪٽي، لائي ڪريان
ڪوڏر هٿي، ٻاڙئون اکيڙيان لاهه ڇو نہ؟
يا هٿوڙي سان وچي ٻاهڻ پيان ڪي راه جا؟
جو ڪري گذران سو ڏيک،
پر ٿڙ هان ويٺو الائي ڇا جو ڇا؟
ڪيڏي خود غرضي الا!
جوءِ
توڙي آهي جوڀن کان پري، پريت پر پوڙهي نہ ٿيندي آ ڪڏهن
هانءُ،
محبت سان ڀلا ڀرجي ٻہ ڇو!
باغ،
خوشبوءِ کي ڪٽي ٽڪجي ٻہ ڇو!
تنهنکي حيرت
هيڙي مصروفيت هئان.
آءٌ شاعر
رات توڙي ڏينهن رچنائن جي سرور ۾ رنيپل
پين - ڪاغذ
آه - باه،
جهد، جذبا، ڪست، ڪاه.
ڊاه - ٺاه،
هو بهو سنسار وارو سرساو جيڪو ڪڏهن ڪٽندو ني ڪونہ.
"ڪيترو خود غرض ٿي آهيان وبو".
ڪور سڄي جو فيصلو.
ديس ڏي دانهوڙ:
" لک استاد لک ".



# غزل

تاج جويو *

شاعر! تنهنجا نيڻ ڪنول،
پنل پنل ۾ سوچ — پسڏل!

—

ڳوڙها ڪنهنجيءَ اکڙين جا،
سازا سر جهل گيت غزل.

—

سالن پلي "بيروت" سوين،
چانڊ تہ سوني منڊ بدل.

—

ڪنهن چرڪائي جاڳايا،
جذبا ڪهڙيءَ ننڊ ستل!

—

آ تہ گڏجي "تاج" چمون،
ورهہ ڦٽيءَ جا ڳاڙها گل!

# وائي

لونگ شيخ



پري اند پنون. اهڙا اوج اچن
ماڻيٺيءَ مهراڻ ۾
سڪ لهي سهڻي مهر جي- سسئي سالا نين
اهڙا اوج اچن
ماڻيٺيءَ مهراڻ ۾
ڪنن جا ڪڙ ڪاپڙي- نيلانا نڪ وچز
اهڙا اوج اچن
ماڻيٺيءَ مهراڻ ۾
چوڻن جي چوهہ کان- ڪنڊيون
ڪل ڪرن
اهڙا اوج اچن
ماڻيٺيءَ مهراڻ ۾
ساهڙ سنڌيءَ سڪ ۾ مهيوڙ لکايا من
اهڙا اوج اچن
ماڻيٺيءَ مهراڻ ۾

# ارشاد ساگر جون وايون

## ١

چنڊوڙس چنگ چري
لاهيو ڪس ڪنار تان
ٻنڪو ڪويءَ ٻت ۾ ٻڙڪي لاءِ ٻري
لاهيو ڪس ڪنار تان.
چٽ ڪتي جي چڪ ۾، ٻرهم ڏانهن ٻري
لاهيو ڪس ڪنار تان.
چيري چؤنرو چپ جو، ٻاقيل ٻول ٻري
لاهيو ڪس ڪنار تان.
اجرڪ اونده رات ۾، چٽي ڪوني چري
لاهيو ڪس ڪنار تان.
سنسو ساهه ٻساهه ۾، ساٿي جيئن سري
لاهيو ڪس ڪنار تان.
چنڊوڙس چنگ چري
چارڻ ڪند ڪري.

## ٢

سرتيون سهم سريام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
ڳوليون آڏو ڳيتن جا، ٻٽا ٻند ٻڌيام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
اجرا اوچڻ اکرن جا، اوکهڙ ڪاٿ آئيام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
سنگي ساٿوڻ رت جي، ڪوڙين جيئن گنڍيام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
جڏان سندي جوت تي، چاتيءَ چرڪ چڀيام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
وڇ اياڻا وڍ تي، ويرين جيئن وريام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
ڪوڙيون ڪم ڪراڙ جا، جهڙا ڏوهه چڪيام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
سڏڪا ساڻي رات ۾، سوچن جا سٽيام
هئي هئي! جهانگين جوءِ ۾
سرتيون سهم سريام.

## ٣

گولپ جون گهڙيون
جهڙيون رت ڳڙيون
ڀوسيءَ ڀوري ٻت تي.
جٿين ٻهيون چامڙا
سرتيون سو وڙيون
ڀوسيءَ ڀوري ٻت تي.
چاڪو چاسينگر جو
اوجهڙ منجهه اڙيون
ڀوسيءَ ڀوري ٻت تي.
سونا روپا ٻيڙا
ٻوڙي روح رڙيون
ڀوسيءَ ڀوري ٻت تي.
سوچون سڄ ولات ڏي
ڦٽڪي هيل ڦڙيون
ڀوسيءَ ڀوري ٻت تي.
اندر آسون اوڻربون
ڪنيئن جيئن ڪڙيون
ڀوسيءَ ڀوري ٻت تي.
ساگر سر سرانديا
سٽون سڀ سڙيون
ڀوسيءَ ڀوري ٻت تي.
جهڙيون رت ڳڙيون
گولپ جون گهڙيون

"خاڪي" جويو



## غزل

رات اسان جو اڱڻ اورانگهوي،
ڪات ڪنواري آئي آهي
منهن جي من مندر ۾ پيهي،
چور انهي چمڪائي آهي.
تنهن جي منهن جي دانهن ڏکن جي،
"سڌ پڙاڏو" وائي آهي.
جاڳ ننڊئن جي ڏندان ڏنو آ،
چاٺ تيئن چڻ چائي آهي.
احساس جي اڱڻ منجهان سون،
نين نواڻ پرائي آهي.
مار اوهان جي، لار جيان سون،
اکڙين ۾ اٽڪائي آهي.
جواڻ جماڻ جواني منهن جي،
تن ۾ چڻ ڪا تائي آهي.
مرڪن جي مهراڻ منجهان چڻ،
چولي ڪنهن چلڪائي آهي.
تات توهان جي، تن اسان جي،
ڇاتيءَ منجهه ڇپائي آهي.
ساڻهو ساڻهوءَ لاءِ جئي ٿو،
ڪيڏي سمجهه سجائي آهي.
پاڇي منجهه پريتءَ جي ڏاهي،
خاڪي پاڻ خدائي آهي

ذوالفقار سيال



پنهنجي هٿن ۾ ڪٺي سرخ آڙيون يارو،
ڳگ اونداهي پيٽن ۾ ڳهڙي پيو آهيان.

توڪي ڪا نهنڊ جي آئي ته پري پيون هونديون،
مان نئين زخم تي هر ويل هري پيو آهيان.

سونهن ۽ پيار جي هن ديس مان، مان اي لوڪو،
پنهنجي جهوليءَ ۾ ڪٺي خول، وري پيو آهيان.

مونکي پر پاڻ کان ڏيندي سخت نفرت ان پل،
تنهنجي نظرن کان پڌندس ته ڪري پيو آهيان.

زلف، خاموش پيهي ساهه کڻڻ لاءِ هاڻي،
گهٽ، پوسٽ ڪان ڏوروئي، رڙهي پيو آهيان.

مظهر لغاري

## غزل

آءُ پيي هاڻ سون مان اڳتي وڌون،
اڄ پيي سچ جون منزلون ڳوليون.
آهه، هر راهه اوسيئڙي ۾ پرين!
ڪاڪ جي خاڪ ڪي اڄ لتاڙي هلون.
من جي ان ۾ سوجهرو ڪو ڪري،
ذهن مان دپ جا سپ ساري ڪيون.
پل جي ڳل تي، پنهنجي چماڻون هٽي،
وقت جي تيز رفتار روڪي وڌون.
برهه جي ورهه ۾، پانڊ پنهنجا پنل،
نه ستارا ڳڻيون، ڪجهه ته همڙا هڻون.
واهه جو ڏاهه ڏاهيو اٿئي، او پرين!
پاڻ سهندو رهيين ۽ چيئي: "جاڳ تون!"
چنڊ جو منڊ آ، ڪير انڪي چوي؟
چنڊ مرڪي پيو، رات هڏڪيون پريون.
هر پتي ڏي لڳي، ڪا اتر پار جي،
آءُ پيي، واءُ مان ريت رانديون ڪيون.
ماڳ جو راڳ آهي رسيلو پرين!
چوطرف ڪر ڪنيو ڪٿيون نچن مشعلون.
آءُ پيي، واءُ مان، ڏو لڏي ليارپيو،
وڏقڙو ڏو وسي پاڻ جهولي جهليون.
آءُ مظهر، اسان وٽ وسن مينهڙا،
لڪ تان، لوڏ مان، ڏيون لهن لاريون.

لواڪي

الهسر

ماري منهن جون اکيون آليون
گهور اڇ پل تنهن جي در تي
رت رت ريج رهي چو ڦرتي-
هڻ اکڙا پٽ نه خالي
ڏوڏ سڪر جيڏا پار نه سرتي
رت رت ريج رهي چو ڦرتي.
تنهن جو منهن جو پٽ پرپل
لنگهڻ هن جا پجڙا گهر تي
رت رت ريج رهي چو ڦرتي
برتي ڪلندي ملندي لهارين
منهن جا منهن سچيل جرتي
رت رت ريج رهي چو ڦرتي.



## اطهر منگي

### سڀ ڪنهن ماڻهوءَ سان

اطهر! جهيڙو، جنگ ته ناهي، سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان
پنهنجو پيار، پيارا آهي، سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان؟

هو تو چاهي، هيل به هرڪو، حڪم جو بندو، بڻجي،
ڏه ٽڪيءَ جا، وينو ڏاهي، سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان!

ڏيرا ڏيل، آڇڻ ڏيل اڪيون، پيلا پيلا چهرا،
ڪهڙو ڪيس ڪمايل آهي سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان!

وقت جي ويڙهه انهيءَ ڪي ڇا؟ اپ تي، پهچايو آهي،
جڙيل رشتا، وينو ڊاهي، سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان!

ديڄجي ديڄجي، درد ڪان جيڪو، مرد ڪا آه، ڀري تو،
ڪنهن ٻلباڪ جيان تو باهي، سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان!

ويل وهايو، طبقن ۾ درجن جي آ، مردود سماج،
هر ڪنهن موڙ تي، سينو ساهي، سڀ ڪنهن ماڻهوءَ سان!

هر انسان اندر ۾ بند آ، ڪو به نه ڪنهن سان، ڪلي تو،
ڇو ويساهه رهيو ناهي، سڀ ڪنهن ماڻهوءَ سان؟

ٻيلي موسم، پنهنجي وقت تي، يار! دلجي ويندي،
درد سدائين، رهڻو ناهي، سڀ ڪنهن ماڻهوءَ سان!

تنهنجي ڪن ڏورن جو قرض، مون تي، سارو جيون رهندو،
ڪير سگهي ٿو، ليڪا لاهي، سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان؟

تون، تنهنجي، سوچن جو سينو، تون، احساس جي الف لٺ ڀڪا
آءٌ هلون، هر ظلم تي ڪاهي، سڀ ڪنهن، ماڻهوءَ سان؟



## وفا ناٿن شاهي

### غزل

هر انسان،
قبرستان.
هر فرمان،
نافرمان.
مطلب جو،
هر احسان.
ڪمبو دل،
ست مهمان.
آذران ڪيئن؟!،
ڀيپ ۾ ڪان.
سچ تي هٿ،
رب جو شان.
ڏينديس ساٿ؟!
ڪٿ قرآن -!،
ٻيٽ وفا؟!،
آن ايمان.

### "غزل"

هر وات هين ميلن سان،
ڪيئن رهندي اڪيلن سان.
ترڪي نه پوين ڪل تان،
رک شوق نه ڪيلن سان.
جذبات پدل ناهن،
وقتن سان ۽ ويلن سان.
تو شوق رکي ڏاڍا،
ميڻن سان ۽ تيلن سان.
ڪجهه سوچ حقيقت تي،
ڪر پيار نه ڪيلن سان.
سڪ، چڪ پيڻ جاٿي،
ڪو هن سان ۽ ميلن سان.

## سنڌو ميراڻي

### ٻه ننڍڙا

### ١- مونکي به اطلاع ڪج

ڪڏهن ڪڏهن
ملڻ تي شڪايت ڪرڻ وارا
اي دوست!
وري جڏهن به ملي وڃان
آئون توکي — مونکي
... "تنهنجي ملي وڃڻ
جو اطلاع ڪج."

### ٢- سفرنامون

او دوستو!
او همسفرو!
هڪ ڪم ته ڪجو
مون پڇ ...
— تر جي مڙني ... ...
تنهنجا
هڏاوان پيرا، ميڙي سهيڙي
"تنهنجو سفرنامون ڇپجو ..."
او دوستو!
او همسفرو!
— "تر جي مڙني ...
تان ......"

# دوها

## ج ع منگهاڻي

ش- عظمت انسانيت جي توسان ڪانهي پهچي عرش!!
ماڻهوءَ جي آ عظمت موهن جي دڙي جا نقش.

ص- پنهنجي پنهنجي ذات ڪري ٿيا ماڻهو اڄ مخلص،
اوڙاهن ۾ نالا ڪم ٿيا راڄ ٿا ڪن تخلص.

ض- ڪانءَ رکي ٿي ڪنهنجي غرض مرض جو ڪو غرض،
رت بسنتي ايندي رهندي پنهنجو نڀائڻ فرض.

ط- جذبا هلڪا ٿي ويا ڪونهي اڃان ۾ ڪو ربط،
سوچن خيالن کي ٿي ڪرڻو پوندو ڪوئي ضبط.

ظ- لکن هزارن ماڻهن ۾ جي ناهي ڪو محفوظ،
کيل تماشن مان پوءِ ڪوئي ڪيئن ٿيندو محفوظ.

ع- منڊ وڇوڙي جي آ ڪيڏي خزان پريل وسيع،
ميو ڀيرو! وصل گهڙيءَ ۾ ڪريو ڪا توسيع.

غ- ويسلائي مان ظاهر ٿي ويا اندر جا سڀ داغ،
ٽم ٽم ٽم ٽم چوڌاري نيڻن جا ٻريا چراغ.

ف- جڳ جي ظالم ريتن ۾ ٿو ڳولين حق انصاف!
نا سمجهيءَ جي حد اها آ، گستاخي ڪج معاف.

ق- پيرا اهاڻي هيڪل ڪيسين هڻندي پيئي تراق!
تراپين ۾ آ جيون جي هيءَ تازي تيز پراق.

ڦ- ڪلاڏيءَ جي من ۾ اونهان آهن ڏک عميق،
پيٽ ٻڪئي مان ڪئن ڪندو هو آفاقي تخليق!

ڪ- اوڪ ڪٿي آ پوڪا! وٺي ٿي خيالن جي ايئن ڏوڪ،
بسنت رت ۾ مٺڙي ڪويل جي جيئن ڪوڪ.

٤١- ک- هونئن ته ماڻهو ماڻهن جهڙا جڳ ۾ آهن لک،
لاکيڻو آ سوني جنهن کي ڏرتي پاني پک.

٤٢- گ- ماڻيڙن جي سنگ پيارا اهڙائي ڪي پنگ،
ڏات هنيا جي ڏنگ ٿي ويا جذبا مست ملنگ.

٤٣- ڳ- مارڳ ڪهندي ڪهندي ڪنڌو ڏور ٿيا هن ماڳ،
ڪو ته پڌائي! ڪنهنجي هٿ ۾ آهن پنهنجا ڀاڳ؟

٤٤- گ- چاهت تنهجيءَ اوتيا مانجي انگ انگ ۾ ڪئي رڱ،
ڪوهه چڙ! اي جيجل سنڌڙي! ڪيڏا توسان سڱ.

٤٥- گهه- ڏيئي چڏيندا آهن ٻي جي وس ۾ پنهنجي سگهه،
ڪيئن وڪامي ويندا آهن، ماڻهو پورن لگهه!

٤٦- ل- ڪيل ڪري چو؟ باندي من ۾ آندي تو هلچل!
هيل ڪٿي هن ميل؟ اڙي او! بي متيا بادل!!

٤٧- م- رنگ رنگيلي دنيا جون هن صبحون شامون جام،
ڪانءَ ملي آ هيسين تائين ڀاڻ ڪي هڪ ٻي شام.

٤٨- ن- ٿاريليءَ تي ڪيڏا آهن آڪم جا احسان،
ميٽانن جي جوت مان جرڪيا اندر جا ايوان.

٤٩- ڻ- دز اڏاڻي واڻن جي ٿي اندر ۾ چڪتاڻ،
ساهن مان گڏ پرجي ويئي نس نس ۾ سرهاڻ.

٥٠- و- ٽمڪي ٽمڪي نپ مٿي جي ٽٽي ٿو ڪوئي تارو،
از خود اپري ويندو آهي اندر مان شوڪارو.

٥١- هه- سزا ڏين ٿا سولي جهڙي جڏهن چريا گناهه،
تڏهن ته لفظ ٿي ڏيندا آهن مهنن سمان پناهه.

٥٢- ء- جنم جنم ۾ چمڪندو رهندو من جو گهرو گهاءُ،
ڪهڙي ريت وساري سنڌين پنهنجي جيجل ماءُ.

٥٣- ي- لاڳ جهوني آهي ڏاڍي عشق سندي آ ڪاڻي،
ازل، ابد کان اصلئون سنڌ جي پانهي آ منگهاڻي.

### واٽي

عزيز ڪنگراڻي

تنها گهارڻ جيون سارو
جيون سولي واند ته ناهي
هٿن ۾ ڏني هٿ هل اڪيلي
لهن نيئي بيون پنهنجو نيارو
جيون سولي واند ته ناهي!
ڪارا ڪارا بادل ڇانيا
خوفناڪ آ وسڪارو
جيون سولي واند ته ناهي!
اونداهي جي هن پرماڻي
اپرو آهي وهانو تارو
جيون سولي واند ته ناهي!
سچ تي مڙيا پروانا ڏس
پاڻ ته ڪريون سچ تي سارو
جيون سولي واند ته ناهي!

### نظم

واجد

شهيد سروس جي ياد ۾

وقت جي
هر سنگدل انسان جي
مضبوط چنبن ۾ اچي
ٻيڪس ۽ معصوم
ٻنهيءَ وانگيان
پيهجي چيچي
هڪ ڏيڻ دانهن سان
ٽٽڪو ڏني، آهي مٿو
۽ جڳن ڪان وڏي
هر ڪال ون جي
جلايل سچ ۾
ابتو ٽنگيو آ ويو
زنده جلايو آ ويو،
مظلوم سر ويٺي!!



## علي محمد "ذوق"

### غزل

آهائي قوم دنيا ۾ سدا رهندي سڪي آهي
وڏيو جنهن ادب پنهنجو، ثقافت جي ڏٺ آهي

پٽائي اونده ۾ جيڪو ويو آهي ڏيو ٻاري
لطيفي لاٽ جي اڄ روشني ئي روشني آهي

ادب مٺڙو زبان مٺڙي مٺا ماڻهو مٺي ٻولي
اسان کي بزرگن کان ئي وراثت ۾ ملي آهي

ذرو احسان ڌرتيءَ جو وسارڻ ڪين ڪي گهرجي
نڀايو جنهن وفا تنهن سان نڀائڻ لازمي آهي

ڪراچي کان ڏسو ڪشمور تائين همزبان آهيون
ڪيو يڪجا اسان کي جنهن، وطن جي سا سٺي آهي

زمانا آزمايو تو وري ٻيو آزمائي ڏس
اڃا تائين اسان جي همٿن ۾ زندگي آهي

اسان جي فرض ۾ شامل زمين جو قرض ٻي آهي
چڪائي "ذوق" تون قرضو، حياتي ڪا گهڙي آهي



## "منظور مگسي"

### "غزل"

ساٿ تنهنجي حجاب سمجهان،
يا ڪتو ڪو جواب سمجهان،

تو بنان جڻ ته سان پراڻو،
ٻاڻ کي ڏو ڪتاب سمجهان،

گل چمن ۾ هزار آهن،
ڇا ڀلا سڀ گلاب سمجهان؟

غير ماڻهو ۽ غير محفل،
تون پيئارين! عذاب سمجهان،

جنب آپ تي ۽ ياد تنهنجي
دل ڀلور تي شباب سمجهان،

تون ڌڪارين، سڏي ويهارين،
هي بزم جا آداب سمجهان!!

خوشي اسان لاءِ گناه جي آ،
درد تنهنجا ثواب سمجهان،

رات ڏينهان سڙان ٻچان ٻر
ياد تنهنجي ته آب سمجهان،

من جلائي بهار جي ئي،
جنب ڇو نا دولاب سمجهان!؟

## رکيل مورائي

### غزل

رات به رمجهم نيڻ رنا هئا.
صبح به سڏڪا ساهه ڀريا هئا.

تنهنجي سڏڪن تي او ساٿي،
مرڪڻ وارا مرد رنا هئا،

ڪنهن جي آهه اندر جي ڇٽي.
سپنا سورن جا مرجيا هئا.

آهون ڪيئي دانهون دل ۾،
ٻاهر لفظي شعر لکيا هئا،

جن جي جيءَ ۾ جهوري هيڙي،
سي ئي "رکيل" رات رليا ها.



امن انسان جو حق آهي



ڪهاڻي

تاجل بيوس

# جهجهي پسي جهوڪي

”چتائي ڇا ٿو ڏسين جانو؟ تو وانگر مون به ڏاڍا ڏينهن ڏٺا آهن. تنهن جي سنهن وارن گهنجن ۽ منهنجن چوڏن ۾ ڏس ته ڪيڏي نه هڪ جهڙائي آهي! لڳي ٿو، ڄڻ ٻئي ڀائر آهيون. تنهنجون ڏار ڏئي ويل اکيون ۽ اڇن وارن ۾ ڍڪيل ڪنن جا سوراخ ڄڻ ته منهنجن ڦٽڻ وارا ڦوڙا لڳن.“

انب جي وڻ جهڙي آواز ۾ جانوءَ سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. جانو، جيڪو ڪاٺ جو هٿ نرڙ تي رکي، انب جو ٻاڙن ڪان وٺي سڪل سڙيل ڏارن تائين جائزو وٺي رهيو هو.

”ادا جانڻ! جيون جو هيءُ به هڪ روپ آهي. زندگيءَ جو ساگر هڪ ڪرو ۽ ڪنهن هڪ پاسي وهندو ته به ڪونه ڏٺو هوندو. پر جي ائين هجي ها ته پوءِ تخليقڪار هجن ها ۽ نه ٿي وري تخليقون جنم وٺن ها.

انب جو وڻ جانوءَ سان ڳالهائيندو رهيو. جانو انب جي هر حصي کي اهڙو ته گنڀيرتا ۽ گهرائيءَ سان ڏسي رهيو هو جو انب کي سنجهاڻوس پنهنجائپ وارو احساس اچڻ لڳو هو. انب محسوس ڪيو هو ته سندس جهور ڪراڙي ٿيڻ ڪانپوءِ جانو ئي پهريون شخص هو جنهن سندس رحم جوڳي حالت ۾ ايڏي دلچسپي ورتي، ٻئي هٿ نرڙ تي رکي، ويهي سوچيو هو. انب اهڙي حساس ۽ هڏڏوکيءَ سان دل جي اور نه اوري ته پيو ڀلا ڪنهن سان اوري. ان ڪري انب وونءَ جي ڦٽيءَ وانگر جانوءَ اڳيان ڦاٽي پيو هو.

هونءَ ته ٻين به ڪيترن ئي انبن جي وڻن جا ساڳيائي برا حال هئا پر جانوءَ هن انب ۾ ئي دلچسپي ورتي هئي. شايد ٻنهي ۾ هڪجهڙائپ هئڻ ڪري.

هڪ طرف کان سيون سال نمبرل انبن جون قطارون هيون ته ٻئي طرف کان سڪا ۽ سڙيل انب پنهنجي حال کان بيحال ٿيا بيٺا هئا. جانوءَ جو جسم ٿڌڙي اُس ۾ ٻيل برف ٽڪري جيان رجي رهيو هو. انب سوچيو هو ته هو پنهنجي همدرد ۽ حساس دل جانوءَ سان جيڪر ڳالهائي ڇا نه ڪري ڪيس ڏسندو رهي پر انب ڪري به ڇا ٿي سگهيو! ڪراڙپ جي نشانين، ڏنڀن ۽ داغن ڪانسواءِ وٽس رهيو ڇا هو.

انب وري جانوءَ کي پنهنجو داستان ٻڌائڻ ۾ لڳي ويو:

”ادا! ڪو وقت هو جڏهن منهنجي انگ انگ سان جواني هئي. جنهن جي گوشن جيان نسري پئي هئي او... ... هن ڪنڊ واري وڻ کان به سان وڌيڪ جوان ۽ حسين لڳندو هئس. سال ان زماني جو واقعو پيو ٻڌايان جڏهن سون پنهنجن ڏارين ۽ ٽڻن سان ڀريون پيرو مکڻ جي چاڙن جهڙو پور ڏنو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته اهو پور جوهريءَ جي دڪان تي چڪن ۾ ٽنگيل ۽ لٽڪندڙ موتين جي ڀالن کان به وڌيڪ خوبصورت لڳندو هو. منهنجي سونهن ۽ سرهاڻ جي پيڻا لاءِ ڀونئرا ۽ پوپٽ پري پري کان کهي ايندا هئا، جيڪي منهنجي ڪير جهڙي جوڀن کي اچي چمندا هئا. پاڻ واري ڳوٺ جون جيڏيون سرتيون سون ۾ پينگهون ٻڌي لڏنديون رهيون ته برسات ۽ بادلن جا گيت ڳائي سون کي خوش به ڪنديون هيون. سهائي رات ۾ ڪي انسان منهنجي هيٺان ويهي هڪ ٻئي تي پيار جي پالوٽ ڪندا هئا. سان بيٺي بيٺي ڪير جهڙي چانڊوڪيءَ جا ٽڻن جا ست سٽن اوتي وٺندو هئس. وانهڙو سنهن جي ٿڌڙي ٿڌڙي

چانو ۾ ويٺي منهنجي ... منهنجي سونهن ۽ سمنڊ جي واکاڻ ڪندا هئا. سج اڀرڻ کان ٿورو اڳ منهن اونداهي جو ڪوٽ جا پارڙا سون مان ڇنڊيل ٽڪا ۽ انبڙيون سيڙي جهول پريندا هئا. اڄ منهنجي حالت تون پاڻ ڏسين پيو. جانو! ائين ٿو لڳي ڄڻ ڪو بيحد جيڏو جانور سون کي ڳڙڪائي، پنهنجي پيٽ مان گهمائي، هڏ گڏ پيچي، جسم تان هر شيءِ روڙي ننگو ڪري هتي ڦٽو ڪري هليو ويو آهي. جتي مسافر ويهي ٿڪ پٽيندا هئا، اچي آرام ڪندا هئا، اتي ڍڍ ۽ ڪانڊيرا ڄمي ويا آهن. زمين ڪلر اوڳاڇي، منهنجن ڦٽن تي لوڻ پئي ڇٽڪائي ۽ سان آهيان جو ساٿي پڻ لاءِ سڪي سڪو آهيان. اندر کوکلو ۽ پورو ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ هاڻي ڇپرن اچي واسو ڪيو آهي. ماڪوڙيون قطارون جوڙي منهنجي جهريل ۽ سڪل ڏارن کي پيون ٽيون ڏنيون ۽ رهڙين ۽ ڇپي ڇپي کي چڪي پيون ٽيون زهر جا ٽيوب داخل ڪن. منهنجي هر حواس جي سگهه تي ڪُراڙپ جي ڪٽ چڙهي وئي آهي. هاڻي نه ڪونل نه وري ڪو برملو سنگيت جا سُر ڇيڙي سون ۾ جيون رس ٿو ڀري.

جانو انب جو داستان ٻڌندو رهيو ته ڪڏهن ڪڏهن ساڻس همدرديءَ جو اظهار به ڪندو رهيو. نظرون ڦيرائي جانو پڻ سڙيل سڪل انبن کي به ڏسڻ لڳو، جانوءَ ڏٺو ته پڻ انبن جي پيٽ ۾ هي انب جيترو عمر ۾ ننڍو ٿي لڳو اوترو ئي وقت کان اڳ جهونو ۽ جهور ٿي ويل ٿي پيو. ايتري قدر جو ڪي ٻيا انب جيتوڻيڪ سندس ڪُود ۾ پليا هئا سي به ڪانوس گوءِ ڪنيو بيٺا هئا. جانو سمجهي ويو هو ته هن انب ۽ سندس ساٿي جنس ۽ ساٿي عمر وارن انبن سان ڪانه ڪا ويڌن ضرور ٿيل هئي. جانوءَ انب کان جلدي جهري پوڻ ۽ وقت کان اڳ پوڙهي ٿيڻ جو سبب پڇيو. انب ٿڌو ساهه ڀري ڪيس احوال ڏيڻ شروع ڪيو:

”ادا! هي ان زماني جو واقعو آهي جڏهن سان نئون نئون ڪڙي چڙهيو هئس، جڏهن پهريون دفعو پنهنجين ڇهڇ سائن لاڻ مٿان کير جهڙو اڇو ٻور ڏنو هئم منهنجن لاڻن جو جوڀن پسي، پوپٽ ۽ بوٽ جشن ملهائيندا هئا، جن کي ٽارين تي ويهاري صبح جي ٿڌڙي هير، سرهاڻ ۽ سج جي ڪرڻن جو غسل ڪرائيندي هئي. پوپٽ چنگ چوريندا هئا ۽ پوريون صبح جا راڳ ڳائي، سونکي ننڊ مان جاڳائينديون هيون. هر ڪا رات پنهنجي ڪاري چادر جو پلو پڙو ڏئي، ماڪ ڦڙن سان وهنجاري، سورنهن سينگار ڪرائي، سونکي ڏينهن جي حوالي ڪرڻ لاءِ مون تان اها ڪاري چادر لاهي ويندي هئي. شام ويلي گهنڊن ۽ ٽلين جا آواز اوندهه جا اعلان ڪري ٿڦڪيون ڏيئي سونکي ننڊ ڪرائيندا هئا.“

جانو سمو ٽيڪي انب جي هرڳالهه غور سان ٻڌي رهيو هو.

هڪ ڏينهن اوچتو اتر اولهه کان ڪاري آنڌاري اٿي. وري به ٻڌائيندو هلاءِ جانو! ته هي ان زماني جو واقعو اٿئي جڏهن منهنجين ڇهڇ سائين ڏارن تي مون پهريون پيرو سڪڻ جي چاڻن جهڙو ٻور ڏنو هو. سونکي پنهنجي جوانيءَ تي ناز هوندو هو ۽ سان هر طوفان ۽ واچوڙي جو انتظار ڪندو هئس ته جيئن پنهنجي جيون جي سگهه آزمائي سگهان. جانو! توکي ڳالهه ٿي ٻڌايم ته خوفائتا بادل ساهه ۽ دونهين جون پچڪاريون هڻندا، چنگهائي ٽيليون ۽ ڦٽڪا ڇوڙيندا، مست هاٿين جيان ڏوڪيندا آيا ۽ اک ڇنڀ ۾ نهار جي آخري ڇيڙي تائين پکڙجي ويا. ائين پئي لڳو ڄڻ پورس ۽ سڪندر جا لشڪر ڏوبدو بيٺا، جنگ جي اعلان جو انتظار ڪري رهيا هجن. ٿوريءَ جهٽ ۾ زمين تي برف جا گول گول ٽڪرا رقص ڪرڻ لڳا هئا. وڏڦڙو پاڻيءَ جا مٽ اوتڻ لڳو هو. ڪاري آنڌاريءَ هڪ ئي ست ۾ ڪيترن وڻن کي پاڙون پٽي، ٻلهڻ هڻي ڏاهي رکيو هو. ڄڻ سڄو سوچ ۾ اچي پنهنجي ڪنڌن تي پائيندڙ ڪري پيلون ۽ پلڇا ڪتب آڻي زمين جي وڻن دوکن سان گڏ بيحد حيڏن وڻن کي سورن سڄيون اکيڙي، پئي لهرين حوالي ڪيو. زمين جي ڇاتيءَ تي واهڙ وهي هليا. اڀ ۾ هيانءُ ڦاريندڙ وڄن جا چمڪاٽ جيون کي بجليءَ جا جهٽڪا ڏيئي ڪنهن پئي وڏي طوفان سان مقابلي ڪرڻ جي سکيا ڏيئي رهيا هئا. اک نه ڏسي هٿ کي واري ماحول ۾ پوري ڪائنات مڇيءَ وانگر ڦٽڪندي نظر اچڻ لڳي هئي. جون ته اهڙو سينهن واچ وارو طوفان هن ڌرتيءَ جي ٽڪري تي هر صديءَ اڌ ڪانپوءِ ايندو رهندو آهي پر مهڙو طوفان اڳ ڪڏهن به نه آيو هو.

جوشيلي فطرت آخر ٿڪجي پئي ڪاراڻ گم ٿيندي وئي. آڀ صاف ٿيڻ لڳو. مينهن جي آخري ڦڙن پوڻ ۽ هوا جي آخري جهوٽي لڳڻ ڪانپوءِ ڌرتيءَ تي ماٺار ڇانئجي وئي. گڏ ٿيل پاڻيءَ کي سج جي ڪرڻن ڇهي ورتو ۽ اهڙيءَ طرح ماٺ جي ماحول ۾ ساٿين، سرن، پکين، وڻن ۽ ٻوٽن سک جو ساهه کنيو هو.

پاڻيءَ جي سٽاچڙي ٽي انبن

جون هزارين ۽ لکين ڪوڪڙيون لڏنديون، لمنديون، ٽڙنديون، ڏيڙنديون، هڪ ٻئي سان ٽڪرائينديون سوين ميل ٻري ٻري آتر ۽ اوڀر کان وچ ۾ نڪتيون هيون. ان سفر ۾ ڪيترا ڀيرا اڌ غشيءَ جي حالت ۾ ڪوڪڙين پاڻيءَ ۾ ٽٻيون هنيون، ڌرتيءَ کي ڀاڪر پائي، آرام ڪرڻ چاهيو هو مگر هر ڀيري سندن سٽا چڪرايا هئا. ڌرتيءَ جو گولو ڪين ڳڏري جي ڦارن جيان وڏيو نظر آيو هو ۽ هر هڪ ڦار تي ڪين انيڪ لڪيرون، سرحدون ۽ دائرا نظر اچڻ لڳا هئا. ڪوڪڙين کي مجبور ٿي غير فطري عمل کي قبول ڪرڻو پيو هو جن پنهنجو سفر جاري رکيو هو ۽ آخر هڪ اهڙي هنڌ پهتيون هيون جتي ڌرتيءَ پاڻهون ڦهلائي سندن آجيان ۽ آڌر ڀاءُ ڪيو هو. سڀ ڪوڪڙيون پنهنجي پنهنجي جاءِ والاري، ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ سان چهٽي، اکيون بند ڪري سمهي پيون هيون. هڪ وڏي ننڊ ڪري رهيون هيون. پاڻي به آهستي آهستي گهٽ ٿيندو ويو هو ۽ ائين ڏينهن سان مهينا ۽ مهينن سان سال گذرندا ويا هيا. ٽڪل ٽڪل ڪوڪڙن انگور ڪڍيا ها، جيڪي ڏکڻ پڇن وارا ٻوٽا ٿي پيا هئا. اڄ ننڍا سپاهي وڏا آخر وڏي وڻ ٿيا ها. جون ٿا ته اهي وڻ ڌرتي جي گولي تي اوڀر کان اتر تائين هزارن لکن ايڪڙن ۾ پکڙيا پيا آهن ۽ ڌرتيءَ جي سونهن ۽ سندرتا جا مرڪز بڻيل آهن، جيڪي هر مسافر کي ٺاريون ۽ ڏار ڦهلائي ڇانو ۽ ميوو ڏيا ڏين. هزارين ۽ لکين پکي سنجهن آکيرا جوڙي جيون کي سکي ڏا رکن. هر وڻ سان جواني ڏي ٽوڪي ۽ ... جي ... جنم ڏو وڏي، جن جي سرهاڻ ۽ سندرتا جي ... لاءِ پوشرا، پوپٽ ۽ پکي پکڻ ٻري ٻري کان ٿا ڪهي اچن. نوجوان سهيليون پينگهون پيئدي انهن انبن کي وڌيڪ حسين ڏيون ٿائين. سندن ڇانئون ۾ پيار ٿو ونڊجي، بس، هر ڪنهن واتان انهن وڻن جي حسن ۽ هاڪ جي تعريف پئي ٻڌجي. ٻڌڻ ۾ اچي پيو ته هر ڪا رات اونده جو پردو اوڍ ڪري، انهن وڻن کي ساڪ ڦڙن سان وهنجاري ڏين سورنهن سينگار ڪرائي، پردو کڻي وڃندي آهي ۽ ائين ڌرتيءَ کي سونهن ۽ سندرتا ملندي رهي ٿي.

انب جانوءَ کي پنهنجي جيون ڪٿا ٻڌائيندو رهيو. کيس وڌيڪ ٻڌايائين: ”جانو! جيون جا انيڪ روپ آهن. هي به انهن انيڪ روپن منجهان هڪ روپ آهي، ٻئي ڀيري آئين ته منهنجو وري ڪو ٻيو روپ ڏسندين.“

انب هڪ وڏو ٿڌو ساهه کنيو ۽ گهڙي کن لاءِ جانوءَ کي داستان ٻڌائڻ بند ڪري ڇڏيائين. کيس پاسيو هو ته اشارن ئي اشارن ۾ جڻ ته جانو کيس چئي رهيو هو ته بند ڪر اهي جيون جي روپن جا داستان. کيس فقط اهو روپ ٻڌاءِ جنهن ۾ زندگيءَ جا هڪ ڪرا ۽ هڪ جهڙا رنگ پريل هجن ۽ نه اهي روپ جن جا چهرا گرهڻ ۾ ورتل هجن.

”جانو! هن وقت ته تون پاڻ پيو ڏسين ته منهنجي ٽڙ ۽ ڏارن جي پورن ۾ ڇپن ۽ ڇپرن اچي واسو ڪيو آهي. ڀلا زندگيءَ جي هن روپ ۾ ڇپرا نه واسو ڪندا پيو وري ڪهڙا مور ۽ ڪبوتر اچي گهر جوڙيندا! ادا، ايترو ضرور ٻڌي ڇڏ ته اسان وقت کان اڳ پوڙها ٿي ويا آهيون. منهنجين ڳالهين مان تون اهو ته نٿو سمجهين ته مان ڪو زندگيءَ کي سکيو ستابو رکڻ ۽ حسين بنائڻ وارن ضروري وڻن ۽ ٻوٽن جي ڪوٺ جي ڪا شڪايت پيو ڪيان. تون ڇا ٿو سمجهين. مان توکي اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان ته هن وڻ ڪانوڻي اوڪند واري هن گهاٽي وڻ تائين وڻن جون پئي قطارون ساڳي وڏي طوفان ۾ لڙهي آيل ڪوڪڙين مان پيدا ٿيل نسل ٿئي ... مان منهن - واچ واري ان طوفان جي ڳالهه پيو ڪيان ۽ جنهن ۾ اسان جون به هزارين ۽ لکين ڪوڪڙيون لڏنديون، لمنديون، ٽڙنديون، ڏيڙنديون، هڪ ٻئي سان ٽڪرائينديون هتان کان سوين ميل پري پري اتر اوڀر وچ ۾ نڪتيون هيون جن جي هنڌان اڄ سيڙا متل آهن. تون پاڻ ڏسين پيو ته هزارين ميل پري کان لڙهي آيل ڪوڪڙين مان پيدا ٿيل وڻ ... ته ساوا ۽ ستابا پيا لڳن. هي ٻڌي توکي اچرج به حيرت وٺندي ته اهي ڏکڻ تائين پکڙيل چاروئي قطارون به انهن انبن جي ڪوڪڙين مان پيدا ٿيل ٿور آهن جيڪو پنهنجن ڏاڏن وانگر اسان مٿي اسان جي ٿور کان گهڻو ڪنيو پيو آهي. تون وري به زندگيءَ کي سکيو ستابو رکڻ ۽ کين حسين بنائڻ وارن وڻن ۽ ٻوٽن جي ڪوٺ جون ڳالهيون پڇندين! منهنجو مطلب صاف ظاهر آهي جيڪو توکي سمجهڻ گهرجي. ڪوبه فرد اتساهي ايڏار مان پاڻ پنهنجي سر نتيجا ڪڍي ته اهڙي سڌي پڇي ڪاڻ ڳالهه ڪانهي. انهن حقيقتن کان آگاهي ٿيڻ لاءِ تون وقت سان ... سوال جواب ڪري سگهين ٿو. وقت پري ته ڪونهي. هن ڇوڪول تي لڳل گهڙيال کي تون صبح شام ايندي ويندي پيو ڏسين. وچ، ان گهڙيال جي ڪانٽن کي پنهي هٿن سان ... ٿي ... چار نڪر وهاني کي ... سڀ سچيون




"انهن ماڻهن کي به اجهو ڪونهي جو ڪٿي وڃن". هوءَ نفرت جو اظهار ڪندي چوڻ لڳي، "هڪڙا اچن پيا ته پيا وڃن پيا. ايهي ايهي منهنجي ته ٻنگهن جو ست ئي سڪي ويو".

هوءَ شهر جي وڏي چوراهي تي بيٺي هئي. سوير آئي هئي پر هينئر ته اوير ٿي ويس. چوراهي جي چئني ڪنڊن تي صاحب لوڪن جا وڏا بنگلا هئا، هن جي جهڳي اتان ڪافي وٿيرڪي آهي: ڪڏ جي ڪناري تي، جتي ٻيا به ڪيترائي غريب جهڳيون ڏاهيو ويٺا هئا.

ڪيس اهي ڏينهن چڱي طرح ياد آهن جڏهن هوءَ نيڏي اک سان اوپائي کي ڏسندي هئي، وقت سان گڏ هو به ويجها ٿيندا ويا. نيٺ اهو به وقت آيو جنهن لاءِ هو پنهنجي راهه تي نيڻ وڇايو ويٺا هئا. رڪي رڪي هن هڪ ڏهاڙي اوپائي کي چئي ڏنو "هاڻي پنهنجو ملڻ محال آهي". سپاهيءَ جا اهي لفظ ٻڌي اوپائي جي پيرن هيٺان ڄڻ زمين ويڙهجي وئي.

"ڇو؟" اوپائي حيران ٿيندي پڇيو.

"جي اٿئي دم ته مون کي پاڻ سان گڏ وٺيو هل، نه ته ڪٿي ٻڪ پاڻي ۾ ٻڏ".

آخر اهو به ڏينهن آيو جڏهن پنهنجي لڪي وڃي ڪورٽ ۾ پيش ٿيا، جتي سپاهيءَ اقرار ڪيو ته "آئون وات وڪيل ٽن ڪپڙن ۾ گهران نڪتي آهيان. صحيح ۽ سالم دماغ سان شرع محمدي موجب ناليءَ الهه اوپائي سان نڪاح ٿي ڪريان". پلو ٿيو اخبار وارن جو، هڪڙي اخبار ۾ ٿيان طلب ڇپجي ته ٻئي اخبار ۾ جوابي ٿيان طلب. ائين اهو جهڳڙو هلندو رهيو. پر ٿيو اهو جيڪو ٿي ويو.

اوپايو شهر جي پاڇين واري منڊي ۾ دلالپ ڪندو هو. هو هڪ مڇيل ۽ پختو دلال هو. وڏن گراهڪن جي ڀيڙ هوندي هئي. پوهري تائين ته ڪيس مٿي ڪنهن جي به واندڪائي نٿي ملي. منڊي جا ٻيا دلال ويٺا ناسون هڻندا هئا ته من ڪو گراهڪ ملي. انهي جسٽ ٻين دلالن جي دل ۾ بغض جا ديرا ڇمايا. هو ڪيس نڪائي لڳائڻ خاطر موقعي جي تلاش ۾ هئا. اوپائي جي معمولي غلطيءَ ڪين ٻل ڏنو. ٻين دلالن سوچيو ته انهن ڪرڻ سان اوپائي جا ترا نڪري ويندا. سوچيائون ته ٻل ڇڏي ٻل جو ٻٽ ٿئي. سو هن کي خبر تڏهن پئي جڏهن پندرهن هزارن جو ڏنڪ لڳس. انهي ٽوٽ سندس ڏيوالو ڪڍي ڇڏيو. جيئن تيئن ڪري گراهڪن وٽ ٻٽ رهائي آيو. باقي يارن کي ڪيئن منهن ڏئي، سا ڳالهه سمجهه ۾ ئي نٿي آيس.

"عمرو به چڙهنديءَ جو يار آهي". هن سوچيو "ڪا اهڙي نوڪري ملي جنهن ۾ بگهار جي نج اچت ٿئي". اهو سوچي هو وڃي ڀرتي ٿيو ۽ چونڊجي ويو.

حالتن ڦيرو کاڌو. چڪتاڻ واري ماحول رڳو جهيڙو جهيڙو ئي ڪيو. ڪوٽ رڳي هن جي هئي. هن اڃا سال جي سکيا جا ٽي مهينا مس پورا ڪيا ته مٿان بارود جي بوءِ اچڻ لڳي. سڄي علائقي لاءِ تار تي آرڊر ٿيو ته "اڄ ڪلاڪن ۾ هلڪو بسترو ۽ هلڪي سامان سان پنهنجي منزل مقصود تي پهچڻ لاءِ تيار ٿجو. جيئن ئي سيٽي لڳي ته اوهان نڪري پئجو".

ٻئي ڏهاڙي مس وڃي هزارين ميل پري "پنهنجي" پر پرائي زمين تي لٿا. سپاهي کي پنهنجي ڊيوٽي سنڀالڻ لاءِ چيو ويو. اوپائي جي ڊيوٽي ٻهرين هڪ شهر ۽ ٻوءِ ٻئي شهر ۾ لڳي.

انهي دوران هو ۽ سپاهي رڳو خطن وسيلي اڌ ملاقاتون ڪندا رهيا. اوپائي کي حالانڪ وقت نٿي مليو پر تڏهن به هو سپاهي جي خطن جو جواب ضرور ڏيندو هو. هوءَ به سياڻي عورت هئي، سو هڪ ڀيري لکيائين ته "پنهل ٻيءُ ٻين سان تون نه پهچندين. انهن جهڙو ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪجانءِ. بس تنهنجي هٿان ڪنهن به ماڻهو کي تڪليف نه پهچي". جواب ۾ اوپائي لکي موڪليو ته "پياري پنهل ساءِ خط مليو ڪٿي چئن ئي رکيم، تو جيڪي

ڪري وهندو.

جانوءَ جي اکين سان ڳوڙهن جون قطارون ڳڙي، زمين ۾ جذب ٿيڻ لڳيون، جانو پنهنجي هٿ ڪنن تي ڦيرائي، مٿي کي ٻه-چار جهٽڪا ڏئي، اٿي کڙو ٿيو. هن ڏٺو ته ٻه سڪل پن ڇڻ ڪري سندس اڳيان اچي ڪريا، جن سندس ڳوڙهن واريءَ آلاڻ کي ڍڪي ڇڏيو.

لکيو سو سراسر سچ هو. پر هيٺئر پاڻي ڪنان تار ٿي ويو. سو هن وقت اسان جي سامهون مقصد اهو آهي ته پوڻ ڪپي ۽ ماڻهو نه ڪهن".

ماحول نهايت عجيب ٿي ويو. حالتون رخ ڦيرائي پنهنجي راهه مقرر ڪري چڪيون هيون. اهڙي گنڀير ماحول ۾ جيڪي ٿيو اهو اوس ٿيڻو هو. هاڻي ته ڪوئي ڪنهن جي روڪڻ سان به نٿي رڪيو. ظاهر آهي ته اهڙي صورتحال ۾ هنن جا ٻه ڪيترا ساٿي هيٺ مٿي ٿي ويا، گهڻن جي ته خبر ئي ڪانه ٿي پئي ته ڪٿي آهن ۽ ڪيئن آهن. لسٽون ايندون ويون. پر اوپائي جو نالو ڪٿي به ڪونه هو. سيڳي ويچاري به هر رات تارا تڪيندي، ڪانگ اڏائيندي رهي پر اوپائي جي خبر نه پوڻي هئي سا نه پئي. جڏهن نالن جون فهرستون دنگ ٿيون ته سيڳيءَ جو به الڪو لٿو.

"جي ويهان ٿي ايڪن ۾..." هوءَ سوچڻ لڳي "ته ٿي بک مران ۽ جي ٻاهر ٿي نڪران ته ايڪا نٽا ٿين". پگهار به ڪڏهوڪي بند ٿي ويس. سار پڇس ڪا، جيوسانس به سهي ته اهي قول توڪي مٿي پڄائان به ڪونه ملندا جيڪي ماڻهن جيئري ني هٿ ڪيا آهن. هرو ڀرو آوي ۾ پاڻ نه اڇلاءِ، مڙني ٽوڙي بچايو اچجانءِ. چي اسان کي زمين کپي. زمين به اهائي قبر جيتري مليس، سا به مليس، الاءِ ڪٿي سمنڊ ۾ هنيائونس. سيڳي پوتيءَ سان اکيون مهٽيندي سوچڻ لڳي.

ٽي ڏهاڙا تڏي جا روچ راڙي ۾ پورا ٿيا. انهن ڏهاڙن ۾ ٻاڙي سان ڪا پور سانيءَ جي يا لسيءَ جي لپ چوڙي سان اڙندي اچي ٿي نڪتي. پر جيئن ئي تڏو ڪنياڻون، اها ڪوڪلي همدردي به پوري ٿي. تڏهن سيڳي سوچيو ته "ڪهر ته اڃا هليا ئي هاڻ".

اوپايو ته اڃا سنڌي ۾ ئي ڪم ڪندو هو ته سيڳي پنهل کي ٿڃ ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو. پر اڄ الاءِ ڪهڙي جهڪي اچي ويس، جو پنهل کي سڏي ڪٿي ٿڃ وات ۾ ڏنائين. ڪاڏي جي پي ڪا شيءِ نه ڏسي هن اٿين ڪيو. سيڳي جا ٿڃ ته ٽر جي پٽن جيان ڪر ڪندو پيٺا هئا پر سڪي ويا. پنهل کي لڳو رڙنشو سو چڪ هڻي ۽ رهڙ ڏئي ماڻس کي تنگ ڪٽي ڪيائين.

"چوراتون به مڻين نٽي پٿهين سان گڏ. اهو ڏينهن نياڳو آيو جو جنهن ۾ تون چائين". سيڳي پنهل کي هنج سان ڀٽي نڪ تي اڇلائيندي چوڻ لڳي "خبر اٿئي پٿهين تڏهن چيا لڳندو هو؟" ڳوٺن کي اڏائي ڇڏڻ سولو ته ڪونهي. وستيون ۽ واهڻ ڊاهي ڇڏڻ چڻ ڪر ڪيرڙين جي راند ٿي ڪيائين. هو ته ويو پر اسان جي ٻڙيءَ جا ڦرها به ڪيڏيو ويو". سيڳي چڙ ۾ ٽهي لال ٿي وئي.

پنهل به پريو ته هاريو. اصل ڪرڙيون ٿي هنيائين. ٻڏو ٿي ويو. تڏهن ماڻس ٻهاري اچلي ڊوڙندي رنو ڏاهي اچي ڳراٽڙي پاتس، ته ڪجهه ڍرو ٿيو. ڏڪندي ۽ سڏڪندي هو ماءُ جي گود ۾ ئي آرامي ٿيو.

سيڳي مٿي کي هٿ ڏيو پريشان ويٺي هئي. ڪيئي ڳالهيون ڪيس پيچين ڪري رهيون هيون. ٻـڙو لاٻارن ۾ ڪم نه ايندو ته وري ڪڏهن ڪم ايندو. هوءَ سوچڻ لڳي "جي هيٺئر مصيبت ۾ به عقل کان ڪم نه وٺنديس ته پوءِ ڪڏهن وٺنديس." ٽانگ سري پر لٽ نه پچي. يعني ايڪا نه نٽن ۽ ڪاڏي جو به بندوبست ٿي پئي. ته پوءِ انهي چوراهي ڏي چڪر ڏيڻو پوندو. من ڪا اوبر سوبر ملي پئي، ويندس ته اونداهي جي وڳڙي، جو ڪتو ڏسي نڪي ڀهي."

اهو سوچي هن سنهن اونداهي سهل ڪهڻي ۾ هيڏي هوڏي نهاري وڌي جو لوهه ڏني ته ڪن پل ۾ ٿي پنهنجو ٻاڙو ٽوپي آئي. ڪنهن جي به نظر ڪانه پيس. پنهل به ماءُ پويان ڊوڙندو آيو.

انهي چونڪ تي هڪ وڏي عرصي کان اهي ٻنگلن وارا هڪ پئي ۾ اٽڪيو اچن، مسئلو اهو آهي ته ڪنهن جي گهر جهجهي ۽ سٺي ماني ٿي تيار ٿئي. اعلي ڪاڏي جي ٿانئي لاءِ اهو ضروري آهي ته ڪوڙ مقدار ۾ ڪاڏو تيار ٿئي، بچيل سال ڪنهن غريب فقير کي ڏيڻ بدران در جي ڀاهران روڊ تي وڏائي ڇڏجي، جيئن سڀ واڌهڙو ڏسن.

سيڳي به سٺي ڪاڏي جو ديڳ ڀرو ويٺي هئي، هيڏانهن هوڏانهن لوڏا هڻڻ لڳي ته ڪو ڏسي ته ڪونه ٿو. سامهون ٻه ڏنگي وارا آيا پئي. اهي ويا ته پريان ايندڙ سٽيي ماني جو ديڳ ڏسي وات چوڏول ٿي ويس.

ٽريڪٽر جي تيز لائيٽ سٽس پئي. هوءَ گهبرانجي وئي. ٽريڪٽر جيسين اچي تيسين نيري رنگ جي ڪار ان کي ڪراس ڪري وئي. سامهون ٻه همراه مٿي تي ڪيرجا به وڏا چوڙا رکيو پئي آيا.

"انهن مٺن کي به اجهو ڪونهي جو ڪٿي ويهن." هوءَ نفرت جو اظهار ڪندي چوڻ لڳي. "هڪڙا اچن ته پيا وري وڃن. پيهي سنهنجي چنگهن جو ست ئي سڪي ويو."

جيسين روڊ سٽائو ٿيو تيسين ٻه رولو گلر آيا ۽ انهي کان اڳ

ڪهاڻي

# هيئون منهنجو هٽ ٿيو

ميخائل رُدِيونو

سنڌيڪار: عبدالغني منگي

هڪ رات منهنجو استاد پيٽرا وانوچ ۽ مان نديءَ جي ڪپ تي پنهنجي چانوڻيءَ تي ويٺا هئاسين. ماڻهن جي مٿان رکيل ڪڪليءَ ۾ مڇيءَ جو پوڙ رجهي ۽ ٽهڪي رهيو هو.

اينتري ۾ پري کان هڪ وڏو پکي لامارا ڏيندو، واڳن ني پاڇي وانگر ڏسڻ ۾ آيو. مون پرسان رکيل بندوق ڏانهن هٿ وڌايو.

"ابا، نه مارجانس" پيٽراوانوچ مونکي روڪيو. "ڪنگ آهن، اڏامن پيا."

"ڇا هرڳوٺ ۾ ڪنگ هوندا آهن؟"

پيٽراوانوچ ٽهڪ ۾ ڪنڌ لوڏيو ۽ ڏکاري آواز ۾ چيائين: "هنن اسان جي ڳوٺ ۾ اچڻ ڇڏي ڏنو آهي."

"ڇو؟"

"ابا هنن کي ستايو ويو هو."

جو هوءَ وک کڻي، ڊوڙي وڃي ماني تي مارو ڪري ڏنائون. سياڳي جي اکين اڳيان اندارو اچي ويو. هوءَ پاڻ کي ڦرڻي ۾ ڦرندي محسوس ڪرڻ لڳي، ڪيس هر شئي ٻٽي نظر اچڻ لڳي.

"اسڙ ڪيڏي نه موج ٿئي ها." ماٿس جي مصيبت کان بيخبر ٻنهل وات ۾ آپل پاڻي ڳيهندي چوڻ لڳو، "پلا جي مان به ڪو ڪلر هجان ها."

مانس وٺندي قميص مان ڏڪائي ٽڪر ڪري ڇڏيس. زمين ۾ چڪ وڃي لڳس. جيسين ڏيو تيسين سياڳي وڃي گهر هتي.



هن چيو، ۽ مونکي ائين ڏسڻ لڳو ڄڻ پڇي رهيو هجي ته مون سمجهيو يا نه. ڪراڙي ماستر جو منهن لهي ويو ۽ هو ڏکاري ۽ افسوس ڪندڙ صورت سان ڏسڻ لڳو.

"۽ اها غلطي مون کان ٿي هئي، ٻئي ڪان به نه." پيٽروانوچ پنهنجي سيني ڏانهن آڱر سان اشارو ڪندي چيو. "ان ڳالهه کي اٽڪل پنجاهه سال گذري ويا آهن."

"مان اسڪول مان گهر موٽي آيس ته مون کي ناني چيو، "ابا پيٽر، اڄ ته ڪنگن کي هيرايون ته هو ته اسان سان رهن. جوندا آهن ته ڪنگ ڀاڳ وارا هوندا آهن."

اسان پوءِ هڪ ڪنڌيءَ جو ڦيٿو هٿ ڪيو ۽ اهو ڇت تي رکيوسين جي مٿان پراڻيون اگهڙيون اڇلي ڇڏيونسين. وقت هوريان هوريان گذرندو ويو ۽ پوءِ پکي اسان جي ڳوٺ مٿان ڦيرا ڏئي اڏامڻ لڳا. پنڌرن ڏو... پوءِ هڪ ڪنگ... سهڻو ڪنگ اسان جي ڪوٺي تي لٿو. هو گهڙي کن هڪ ڪنڌ کان ٻيءَ ڪنڌ تائين اچڻ وڃڻ لڳو ۽ پوءِ ... اڏامي ويو ۽ ڪجهه دير کان پوءِ پنهنجي ماديءَ سميت وري اچي ڪوٺي تي لٿو.

هنن ٻنهي گڏجي وڻن جون سنهڙيون ڏاريون ۽ سڪي گاهه جا تيلا گڏ ڪيا ۽ هڪ آکيرو ٺاهي ويٺا. ڪنگ جي ماديءَ آکيري ۾ آنا ڦوڙيا ۽ انهن جي مٿان آرو ڪرڻ لاءِ ويهي رهي. ڪنگ پري

پري نڪري ويندو هو ۽ پنهنجي ماديءَ لاءِ پاڻيءَ ۽ کوهن مان ڏيڏر ۽ ڪرڙيون ساري کڻي ايندو هو. ڪا گهڙي پرساهڻ لاءِ هوءَ اڏامي ويندي هئي ته ڪنگ سندس جاءِ تي ويهي رهندو هو ۽ بنا چوڻ پرڻ جي ويٺو هوندو.

انهن وقت گذري رهيو هو. سڀ ڪجهه ٺيڪ ٺاڪ هو ته هڪ دفعي سون پنهنجي ماستر کان ٻڌو ته جڏهن ڪنگ جي هيٺان ڪڪڙ جو آنو رکبو ته ڇا ٿيندو. ٿئي وري ڇا ها؟ رکو پر ڦڙڪاٽي هيڏي هوڏي اچڻ وڃڻ لڳي. سو سون فيصلو ڪيو ته ڪڪڙ آنو وڃي رکي اچان. سون وڃي ڪيس هڪلي اٿاريو ۽ آنو سندس آکيري ۾ رکي آيس.

هن محسوس ڪيو ته ڪا ڳالهه ٿي ضرور آهي پر اها خبر نه پيس ته ڇا ٿيو هو. هوءَ آنا ڳڻي به نه سگهي ۽ اهو به نه ڄاڻائين ته ڪو سندس آکيري ۾ ڇهن بدران پنج آنا رکيا هئا.

هڪ گرم ڏينهن تي چار ننڍڙا ڪنگ ڦٽي نڪتا. هو ڪاري ڳاڙهي رنگ جا هئا. سندن ڳچيون ڊگهيون ۽ چهنبون ڳاڙهيون هيون. باقي هڪ آنو وڃي رهيو ۽ گهڻن ڏينهن تائين ان مان ڪجهه به ڪونه ٿيو. نيٺ هڪ ڏينهن هڪ ننڍڙو اڇو پکي ننڍڙي ڳچيءَ ۽ ننڍڙي ڦڪيءَ چهنب سان آني مان نڪري آيو. ٻچڙو چون چون ڪري آواز ڪڍڻ لڳو ڄڻ چوندو هجي ته، ”امان، بک ...امان بک...“ ڪنگ کي اهو ڏسي حيرت ته ٿي، پر ماءُ پنهنجن سڀني ٻچڙن کي هڪ جهڙو ڪري سمجهندي آهي.

ڪنگ کي سخت ڪاوڙ لڳي ۽ هن ڏانهن نفرت ۽ ڌڪار سان ڏسڻ لڳو. هو آکيري ۾ ڪو ورلي ويهندو هو. هڪ پري هو ڪوڏي تي اچي ويٺو ۽ سڄو ڏينهن ويٺو رهيو. صبوح جو هو پر ڦڙڪاٽي ماديءَ ڏانهن وڌي آيو ۽ سندس ڳچيءَ تي ٺونگا هڻي، پري، پنهن ڏانهن اڏامي ويو ۽ وري نه موٽيو.

ڪجهه دير ڪانپوءِ ئي ڪنگن جو هڪ وڏو جٿو حملو ڪري اچي ٽٽو. هو سڀ آکيري چوڌاري مڙي ويا ۽ واري واري سان پنهن جن ڪنپڙاٽين ۽ چهنبن سان ماديءَ کي مارڻ لڳا. ماديءَ ويچاريءَ دانهن ئي ڪانه ڪئي. هوءَ سڄو وقت پنهنجين ڪنپڙاٽين ۽ بدن سان ننڍڙي ٻچي جي مٿان وڪوڙجي ويهي رهي، جنهن جي ڪري ڪيس هيٺري جٽ ۽ ڌڪار جو منهن ڏسڻو پيو هو.

پکي پوءِ پري اڏامندا هليا ويا.

ويچاري مادي پوءِ اٿي ۽ ويجهي ٻنڌ تان پاڻي ۽ ٻوسل وارين جاين تان ٻچڙن جي کاڌي لاءِ هڪ وڏو جيت کڻي آئي. هاڻي ٻچڙو ڪنگ آکيري ۾ ڪونه هو. هوءَ هن کي سڏ ڪرڻ لڳي ۽ اڏامي پري پري تائين ڪيس ڏسي آئي ۽ پوءِ ڪوڏي جي پنوڙي سان پنهنجو ڏکل اچو جسم مهٽڻ لڳي. هوءَ پاڻ کي اڇلي وري اٿي ويٺي، ۽ پنهنجيون ڪنپڙاٽيون ڇنڊڻ لڳي. چار ٻچا ڳچيون ٻاهر ڪڍي کاڌس کاڌو گهرڻ لڳا.

اڪيلي ماءُ ويچاري صبح کان شام تائين ٻچڙن لاءِ کاڌو آڻڻ ۾ رڌل هوندي هئي. جيستائين سندس ٻچڙا گهر مٿان اڏامڻ لائق ٿين، هن ويچاريءَ ڏاڍيون تڪليفون ڏٺيون.

جڏهن فصل لڻجي ويا ته راتيون ٿڌيون ٿينديون ويون ۽ وڏ ڦڙا پوڻ شروع ٿي ويا، هوءَ پنهنجن ٻچڙن کي ڊگهي سفر لاءِ تيار ڪرڻ لڳي.

صبح جو سوير ولر اڏامندو آيو، ماءُ پنهنجن ٻچڙن کان گرم ملڪن ڏانهن اڏامي وڃڻ لاءِ موڪلايو. هوءَ جو وڃي ولر کي ويندو ڏسندي رهي. جڏهن آخري پکي به سندس نظرن کان اوجهل ٿي ويو ته هو مٿي آسمان ۾ اڏامي ويٺي، آکيري جي مٿان آخري ڦيرو ڏنائين ۽ پوءِ... رڙيون ريهون ڪري ڦيرا ڏيڻ لڳي... نيٺ پرن کي بند ڪري پاڻ کي ڪوڏي جي پني تي ان جاءِ تي ڪنهن پٿر وانگر ڪٽي اڇلايائين جتي سندس ننڍڙو ٻچو منهنجن هٿن مان ڪري پيو هو ۽ دم ڏئي ڇڏيو هئائين.■

ان وقت کان وٺي ڪنگن امان جي ڳوٺ ۾ بسيرو ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. جڏهن به بسنت رت ايندي آهي، تڏهن ڪنگن جا ولر پنهنجن پراڻن آکيرن مٿان لامارا ڏيئي پنهنجن نون آکيرن ڏانهن هليا ويندا آهن. هنن کان اهو زخم نه وسريو آهي. هو هميشه لاءِ اڏامي هليا ويا آهن.



سفرنامو

# سگهارو هماليه هيٺا ماڻهو

ف.م.لاشاري

جيئن دڪشن ڪالي ويندي چاڙهيون چڙهندا وياسين، واپسيءَ تي وري گاڏي لهڻ لڳي هئي. اڪيون ساوڪ منجهان ڍاپيون ئي نه ٿي. گاڏيءَ جون دريون بند هئڻ ڪري تي هوا جي گهرج محسوس پئي ٿئي. پنهنجي پاسي وارو شيشو مٿي ڪيم، ته هوا جون لهرون جهرو چهڻ لڳيون، پر عجب پئي لڳو ته هوا ڪنهن حد تائين ٿڌي هئڻ جي باوجود ۽ بادلن جي راڄ ۽ سنهي ڦڙ ڦڙ هوندي به ايڏو رس نه پئي ڏنو، جهڙو ڄامشوري پاسي ٿڌي جي هوا ۾ هوندو آهي. اهڙي جادوئي ماحول ۾ به هوا ڄڻ ڪوڪلي هجي. جهڙو جبلن تي وڻن ڪن راڪاسن هوا جو رت ست ڪيدي ڇڏيو هو ۽ پاڻ قرابل هوا گونگي ٻٽجي خاموش ريهون ڪندي ڏڪرين سان ٽڪرائندي پئي وتي.

ڏورو اڳتي وڌياسين ته نظارن جي جوت سيني کي موهت ڪري وڌو، ۽ فوٽوگرافيءَ لاءِ گاڏي جهلي ورتي وئي. اتي پاڻ هڪ اوچي جبل جي پاڙ ۾، پر ساڳيءَ ڪان هزارين فوٽ مٿي بيٺا هئاسين. پاڻ به ٻه ڏي تصويرون ورتيون ۽ هوريان هوريان وڪون کڻندا هڪڙي جيوپڙي جي پر ۾ گذرياسين، حتي پر نڌيڙيون ڇوڪريون بيٺل هيون. سون مغل صاحب کي چيو، ته هزارين فوٽ هيٺ ساڳيءَ جي پس منظر ۾ انهن ٻارڙين جي تصوير محفوظ ڪرڻ گهرجي. جڏهن ڪئميرا سنڀرائي تصوير پئي ڪيم ته هڪڙي ڇوڪري ڇڪ ڏوري وڌي هئي، تنهن سنهن کٽي لڪايو ۽ ڇوٽ لڳي پئسا ڏنو ۽ ڀوءِ تصوير ڪيو. پاڻ پئسا ته ڪونه ڏني سگهياسين، پر هوا ۾ رس نه هئڻ واري ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي.

ڍاول پيٽ وارن ماڻهن لاءِ اهڙي ساڙي برابر هڪڙو عظيم نظارو هو، پر بڪابل ۽ غريب ماڻهن لاءِ هڪ گهرو پاتال هو، جهنم هو. پيٽ ۾ باهه ٻرندي هجي ته لطيف سائين جي بيت وانگر " بکي کل نه اچهي " واري حالت اوس ٿيندي.

پاڻ واري لڏي ڪي هڪ وڳي تائين هوٽل ايوريسٽ شيريٽن تائين پهچڻو هو. هوٽل ۾ نيپال جي سياحت واري مملڪتي وزير شري ديپڪ بوهارا ۽ سنڌس گهر واريءَ پاران مسٽر ۽ بيگم نياز محمد ارباب ۽ پي آءِ اي جي افتتاحي اڏام وارن مهمانن کي لنچ جي دعوت تي سڏايو ويو هو.

هوٽل ۾ پهتاسين ته ساني ڪائڻ واري هال جي دروازي وٽ ميزبان شري ديپڪ ۽ ٻيا سرڪاري اهل ڪار آجيان لاءِ بيٺا هئا، هٿ ملائيندا، پرنهون پڙهندا ويا، ڄڻ ڏانهن ڪو پاڻ ۽ ٻيءَ جو نه هجي. ڪيڪر، سادي لباس ۽ قربائتي ورتاءَ سندن ڏاڍا ڀلا ماڻهو پئي لڳا. هٿ صفا اٿين پئي پڌائون جهڙو پهاڙيءَ ۾ اسين سنڌي ماڻهو هڪ ٻئي کي پڌندا آهيون. ان ڪري هن جي هٿن پڙڻ جي موٽ ۾ مون کي به هٿ پڙڻ ۽ دل تي هٿ رکڻ ۾ ڪ ڏ ڪيائي ڪونه پئي ٿي. پاڻ واري لڏي منجهان هڪڙي همراه ڏوڪيندي مون کي چيو ته هي ڇا پيو ڪرين. ڇوساس اسان پهاڙيءَ جا ماڻهو آهيون ۽ اوهان وانگر ڪلهاسڌائڻ ۽ ڪورنشون بجا آڻڻ اسان جو وڙ ڪونهي ۽ هي هٿن پڙڻ واري وات اسان جي پنهنجن ماڻهن جي پاڻ ۾ قرب جي علامت آهي. ڪو پيو به جيڪڏهن اسان سان قرب ڪندو ته اسين بي وڙا ڪونه ٿينداسين



اتي ئي ماني‌ءَ جي سڏ تي کٽمنڊو جي اخبارن جا ايڊيٽر به آيل هئا. صبح جو جنهن اخبار " رائزنگ نيپال " مون سان هشر ڪيو هو، ان جو ايڊيٽر به هو. همراهه سان ڳالهه ٻولهه ٿي ۽ جڏهن پچڻ تي هن پڌايو ته ٨٣ سالن کان اخبار قائم آهي ۽ ڪڏهن به بند نه ٿي آهي ۽ نه ئي مٿس ڪا ڪارروائي ٿي آهي، تڏهن مون کي ڄڻ پنهنجن سونجهارن جو جواب ملي ويو، اتي ئي خبر پئي ته هندستان کان جيڪي اخبارون اينديون آهن اهي به سينسر ٿيڻ کان پوءِ آجيون ڪيون وينديون آهن. ان وايو منڊل ۾ پڙهل لکيل ۽ حساس ماڻهوءَ کي ڪيڏو پوسٽ ٿيندو هوندو، تنهن جي اندازي ڪرڻ ۾ دير ٿيڻ جو ڪو سبب ئي ڪونه هو. ان معاملي

۾ "اچو ڙي سورن واريون ڪريون سور ٻچار" واري ڳالهه هئي.

افتتاحي اڏام وارا ٻيا مهمان، جن جو هتان جي واپاري ايوانن سان واسطو آهي سي اتي پنهنجي ٻئي پاين سان مليا ۽ اسان صحافين ۽ ٽورزم کاتي وارن سان ڪچهريون ڪري پيٽ جو دوزخ ڀري واپس ٿياسين.

ٻاهر اهو ئي جهڙالو ماحول هو، ۽ اڻ کٽ ساوڪ. اسان وٽ جيڪڏهن ائين هجي ته ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻين لاءِ ڪو مسئلو ئي پيدا نه ٿئي. وري ڪا ٿوري ٽڪي پارڪ ذري آهي ته ڪراچيءَ جو گوڙ ايڏو، جو جڻ پاڻ کي آڪلائيءَ جي موسم ۾ اريگيشن جي داروغن جي فون تي رڙيون ڪرڻ وانگر ڳالهائڻو پوي.

اتان نڪري ڪٺمنڊو جي نيو ڪيٽ واري ايراضيءَ وٽ پهتاسين.

رستي ۾ ڪجهه مجسما لڳل ڏسي مون پاڻ واري گائيڊ مسٽر سنٺا کان پڇيو ته هي ڪنهن جا مجسما آهن. ڇاڪاڻ ته اهي مجسما مذهبي قسم جا ڪونه پئي ڏسڻ ۾ آيا. ان کان اڳ هاڻوڪي بادشاهه جي ابيءَ جو اهو مجسمو به هڪڙي چونڪ تي ڏسي چڪا هئاسين. هن ٻڌايو ته اهي ۱۹۵۱ع جي شهيدن جا مجسما آهن، جن رانائن جي سخت جابريت واري راڄ خلاف تحريڪ هلائي، سندن اختيار ختم ڪيو هو.

۱۹۵۱ع ۾ جڏهن رانا خاندان خلاف هلچل شروع ٿي، تنهن کان ۱۰۴ سال اڳ هو نيپال تي سڙهجي ويا هئا. بادشاه جو اختيار نالي ماتر هو. وزيراعظم جي روپ ۾ رانا هر اڇي ڪاري جا مالڪ هئا. نيپال جهڙي ملڪ جي مسڪين ماڻهن جڏهن اگهاڙو جبر ڏسندي ڏٺو ته ڳالهه سهپ کان چڙهندي وئي.

" بادشاهه سلامت " اهڙي موقعي جي تاڙ ۾ هو. هن به چاهيو ته رانا حڪومت ختم ٿئي ۽ اختيار جو مالڪ پاڻ بنجي، ڇاڪاڻ ته هنن بادشاهه کي گڏي وانگر آڱرين تي پئي نچايو.

نيپال قومي ڪانگريس جي اڳواڻيءَ ۾ عوام جوش ۾ آيو. هونئن ايڏن مسڪين ماڻهن جي جوش ۾ اچڻ واري ڳالهه، هاڻوڪي حالت ڏسي ذري گهٽ وسهڻ جهڙي ڪانهي. پر ممڪن آهي ته ٿورڙن ڏينهن لاءِ عوام کي پنهنجي سگهه ۾ ڀروسو ٿيو هجي. ان تحريڪ رانائن جي اقتدار کي ڏوڏي ڇڏيو. اهي رانا جنهن محلات ۾ رهندا هئا، اتي هاڻي وزير اعظم جي آفيس آهي. ان عوامي تحريڪ ۾ ان محلات کي باهه ڏني ان جا ڏيڍ سئو ڪمرا مڪمل طرح سان سڙي ويا هئا، عوام جي سوڀ ٿي ضرور، پر ان جدوجهد جو مقصد فقط رانائن جي اقتدار جو خاتمو هو. ڦرلٽ ڪندڙ ادارن ۽ طبقي جو خاتمو تحريڪ جي مقصدن ۾ شامل نه هو. ان ڪري پارليامينٽري سرشتو ته قائم ٿيو پر پهريون وزير اعظم وري به شمشير جنگ بهادر رانا ٿيو.

نيپال قومي ڪانگريس جو اڳواڻ بي پي ڪوئيرالا، قوم جي دلين ۾ اڄ به وڏي حيثيت ۽ مرتبي جو مالڪ آهي. هو جيئرو ڪونهي پر قوم جي ابي جي حيثيت رکي ٿو. ٻيو مکيه اڳواڻ ٽنڪ پرچار آچاريه هو.

۱۹۵۱ع واري هلچل جي نتيجي ۾ قائم ٿيل پارليامينٽري سرشتي کي سترهن سال پوءِ هاڻوڪي بادشاهه جي پيءُ ختم ڪري پنچائت سرشتو لاڳو ڪري ڇڏيو. ائين بادشاهه وري عوام جي رت جي قربانيءَ واري قيمت تي پنهنجا مقصد ماڻي ورتا.

پنچائت سرشتو، هتي ايوب خان واري بنيادي جمهوريت جهڙو آهي. ڳوٺ پنچائت، ضلعو پنچائت ۽ راشٽريه پنچائت تي اچي ٿو ڇيهه ٿئي. راشٽريه پنچائت جا ميمبر هيٺان چونڊجي اچن ٿا ۽ سندن ڪل تعداد ڏيڍ سئو آهي. ان منجهان ۲۵ ميمبر بادشاهه پنهنجي مرضيءَ تي پاڻ مقرر ڪندو آهي. پوءِ اهائي پنچائت پاڻ منجهان وزيراعظم چونڊيندي آهي.

جيستائين اختيارن جو سوال آهي ته جتي ۲۵ ميمبر بادشاهه کي ڏيڻ جو اختيار آهي ۽ هونئن اتي موت جي سزا ناهي پر جيڪڏهن بادشاهه ڪاڙهي مهر هڻي ته موت جي سزا ڏني ويندي، ان مان اندازو ٿي ٿو وڃي ته اختيار جو حقيقي مالڪ ڪير آهي. يعني بنيادي طرح هڪڙي ماڻهوءَ جو راڄ آهي ۽ باقي ان جا ڪمدار ۽ ڪاراوا آهن.

نيپال ۾ وچولو طبقو، هڪ منظم طبقي جي حيثيت ۾ ڪونهي. باقي شاهوڪار ۽ تر ورتل مسڪين ماڻهو آهن. رانا خاندان اڃا به مکيه ميدانن ۾ ڏاڍو لٺ وارو آهي ۽ اها لٺ سندس معاشي مهيراڻپ سبب آهي.

اهو ڇنڇر جو ڏينهن هو، ۽ اتي ڇنڇر ۽ آچر ڏينهن ڌنڌا ڌاڙي بند هوندا آهن. تڏهن به نيوڪيٽ واري علائقي ۾ چڱا خاصا دڪان کليل هئا. پاڻ کي گهمڻ لاءِ ڪلاڪ ڏيڍ مليو هو، سو وياسين وتندا. هڪڙي هنڌ جتي اخبارن ۽ رسالن جا اسٽال لڳل هئا، اتي جيتري ماڻهن جي پيهه ڏٺم اوتري ڪنهن به هنڌ تي ڪونه هئي. هرو ڀرو ائين به ڪونه هو ته ماڻهن اخبارون ۽ رسالا خريد پئي ڪيا، پر انهن اخبارن ۽ ڪتابن سان خالي کيسن هوندي به دلچسپي رکڻ واري

ڳالهه گهڻي پراڻي سندي نوجوانن مان هڪ ڇوڪرائي واري هئي. وري جو اڃا ٿورو اڳتي وڌياسين ته هڪڙي پارڪ ۾ پٿرن تي اخبارون چنبڙيل ڏٺيوسين، تن تي ته نوجوانن جا ڳاهٽ هجن. مون پاڻ وڏي وڇي معلوم ڪرڻ ٿي گهريو ته ڪهڙي خاص ڳالهه آهي. ۽ پٿرن تي چنبڙيل اخبارون نيپاليءَ جون ۽ ديوناگري رسم الخط ۾ هيون. هڪڙي نوجوان کان نيٺ پڇي ورتم ڪهڙي واردات آهي جو هيڏن اخبارن مٿان ميڙاڪا لڳا پيا آهن. نوجوان ورائيو اهو هتان جو معمول آهي ۽ هي هيڏو هجوم اخبارون پڙهڻ جو ميڙاڪ آهي. خبرن ۾ هنن جي هيڏي ساري دلچسپي ڏسي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي، توڙي جو اصلي خبرون ماڻهن جي اکيان نه ٿي آيون. تڏهن به اها دلچسپي ڪو ڪارائتو رخ اختيار ڪري ويندي. ڇاڻ وڏائي، جهالت، ڏاڍ ۽ هر قسم جي انڌ خلاف هٿيار لڳا ڪرڻ جهڙو عمل آهي ۽ اهي هٿيار ان صورت ۾ تکا ٿي رهيا هئا، سو ذاتي طرح مون لاءِ به اها بهرحال خوشي ۽ اتساهه جهڙي ڳالهه هئي. ڪجهه سالن کان پوءِ ان پاسي کان ڪا مٿي خبر پڙهڻ تي گهٽ ۾ گهٽ عجب ڪونه لڳندو.

مجسمن جي دڪانن تي پتل ڪنجهي ۽ ٻين ڌاتن جا انيڪ مجسما رکيا هئا. شوڪيسن ۾ وڪري لاءِ ڀڳوانن جون خاموش مورتيون ڏسي، رام ۽ راوڻ جي وچ ۾ لڳل جنگين ۽ مهاڀارتا جي ميدان ۾ ڀڳوانن جي دخل ڏيڻ واريون ڳالهيون پئي ياد آيون. زمين جي معاملن ۾ هنن جو نهي پوڻ ائين پيو لڳي، جيئن انگريز مائي باپ جو بنگالي سرشتو ۽ وچ اوڀر جي معاملن ۾ آمريڪي اثر رسوخ، اهي ڏينهن ۽ هي ڏينهن ڀڳوانن جي ماٺ ٽٽي ٿي ڪونه ڏسي. صدين کان چپن تي مهرون ڏسي ماڻهو پنهنجن معاملن متعلق ائين خاموش ٿي ويا هجن، جهڙو انسانن مان ڦرندا ديوتائون ٿي رهيا هجن. سچو ننڍو ڪنب تصوف جي وڻ ويڙهيءَ ۾ جڪڙجي ويو آهي. سو به هڪ طرح تصوف. ان تصوف جو اثر ڏاڍ ڪندڙ ڌرين تي پوي ٿي ڪونه ٿو باقي پاڻ کي اڻ وهڻو ڪرڻ جو ٺيڪو رکيو ڏتڙيل ماڻهن کڻي ڇڏيو آهي، ۽ نتيجو اهو آهي جو پڌري اڳهه تي هاڻي ڀڳوانن جون مورتيون مارڪيٽ جو سودو بڻجي وڪامجن ٿيون، ۽ ديوتا پاڻ نفعي خورن لاءِ وکر بڻجي پيا آهن. پيو ته ڇهيو ۾ هيروئن، چرس ۽ آفيم به انهن مورتين ذريعي سمگل ٿيو ٿئي. ته به برهمڻ انهن جي ڪروڙ کان، انهن کي پيا ڏيکارين، جن کي وڌيڪ ڏيکارڻ جي ضرورت ئي ڪانهي.

فوٽ پاٿن ۽ چونڪ تي به مورتيون رکيون هيون. مهاتما گوتم جي هر مورتي، ٻين کان وڌيڪ ڳڇير ۽ ڳتيل ماٺ واري، جن اڃا ڪونبيرو سمجهه ۾ نه ايندو هجي.

مون جيئن جيئن گهوري پئي مورتين کي ڏٺو، تيئن لڳو پئي ته نون زمانن جا وهنوار ڏسي، هنن به سيڪار ماٺ اختيار ڪئي آهي ۽ ڪڏهن به ڪنهن اظهار کان ڇڻ مرانجي ويل آهن.

ڪٺمنڊو جي دربار اسڪوائر جي قدامت ۽ روپ کي ڏسي محسوس ٿي ٿيو، ته جهڙو جوڻ مٿايون ڪجهه صديون اڳ واري زماني ۾ پيا هلون. پراڻي شاهي محل جي تصوير، ڪئميرا جي فوڪس ۾ ٿي نه ٿي آئي. نيپال جي هر چڱي چوکي شهر ۾ اهي دربار اسڪوائر موجود آهن. ڇو ڪاڻ ته ڇهه ست صديون اڳ هتي ۲۴ بادشاهتون هيون. ان ڪري گادي واري هر شهر ۾ دربار اسڪوائر جو هئڻ ضروري هو. اهي دربار اسڪوائر نيپال جي قديم فن جا نمونا آهن. ڪاٺ جو بي انت ڪم، مجسمن جي گهڙائي ۽ اڏاوت جي فن جا هي ڏاڍا ڀلا نمونا آهن. ڪاٺ جي گهري ناسي رنگ جي انهن اوچين عمارتن ۾ به هڪ قسم جو شاهاڻو تاثر نه مليو پئي پر لڳو ائين پئي ته اڳي انهن ۾ رهندڙ ماڻهو به ان ڏيهه جي عجوبن کان گهٽ نه هوندا. ڇو ڪاڻ ته وچ وسنديءَ ۾ ايڏين وڏين جاين جو، باقي زميني گهرن گهاٽن مان سواءِ حاڪميت جي ٻيو ڪو رشتو ٿي ڪونه هوندو، ۽ اوسي پاسي جا ماڻهو محلات جي پهريدارن ۽ خواجه سرائن جو اکيون هر وقت پاڻ تي ڪتيل محسوس ڪندا هوندا ۽ هيٺين خلقت کي ته شايد مٿي نهارڻ جي همت به ڏيندي هوندي. نيٺ ته ديوتائن جا لاڏلا پئي رتي رهيا.

پاڻ محلات جي اترئين پاسي کان ڦري، جڏهن اوڀر پاسي وياسين ته هڪڙي ٽلهي تي مٿي هڪ ننڍڙو مندر هو، ۽ رکيو مجسمي جي ماپي سگهجڻ جيتري ننڍي ڪوٺي ٺهيل هئي. ٻاهران ان جي پاسي تي واندا ماڻهو ويٺل هئا. ان جي اڳيان هڪڙي ٽلهي تي ٻه موالي ويٺل هئا. انهن ۾ هڪڙو مقامي همراهه سنياسين وارا ڪپڙا پهريل هو ۽ ٻيو انگريز هو. ٻنهي کي وڏيون ۽ هڪ جيتريون ڏاڙهيون هيون ۽ ڏاڍي لطف سان ويٺي چرس ڀريل سگريٽ پيتائون. سنڌ پاسي ۾ ماڻهو کان ته پٺي قدرت واري مورتي کليل آسمان هيٺان

مشڪل واري انداز ۾ لڳل هئي، جڏهن انگريز ۽ نيپالي سوالين کي چيائون ته ”پاڻ سان سوچ ڪريو“ اولهه ۽ اوڀر جو اهو اڻ ٺهڪندڙ سنگم ڏسي ڏاڍو عجب به لڳو ۽ سوچڻ لڳس ته يورپ وارن جي ڪيڏي نه قوت آهي جو زوال ۾ پاڻ وارن ٿيڻ آيا آهن.

پاريهرن ۽ ڪبوترن جي ڌڻين سان سينگاريل ان درٻار اسڪوائر کان اڳتي بازار ۾ گهڻي پياسين گهڻا ئي اهائي عام سودي سود جي دڪانن جي هئي. بازار ۾ ڪافي ڀيڙ پيهال يا ٽرئفڪ جو ڏچو ڪونه هو. ڪجهه دڪانن تي عورتون به ويٺل هيون. ڪپڙي جي دڪانن تي سمورو ڪپڙو، سواءِ سمگلنگ ڪيل ڪپڙي جي هندستاني هو. قيمتون پڇيوسين پر مال مهانگو پئي لڳو. ڪجهه همراه وري ڪک ڏيئي پيا. بازار ۾ ڪجهه شيون، جهڙوڪ ڪينوس جي ٽڪرن، ڪپڙي يا ڪاغذ تي ٺهيل ديرائنون، شالون ۽ نيپالي ٽوپيون وغيره ٻاهرين ملڪن جو ڌيان پئي ڇڪايو هو. وري وري وڃي پئي قيمتون پڇيائون، پر اتان جي عام خلقت جي ميس کي مٺڙ ڏسي، مون کي اوپرائپ گهٽ ۽ پنهنجائپ وڌيڪ پئي محسوس ٿي. باقي هڪ اڌ همراه ڪليل نموني اتان جي ماڻهن، سندن ڪلچر ۽ سڪينائپ تي نفرت جو ڀل ڏنوليون ائين پئي ڪيون ڄڻ پاڻ گليور جي خاندان مان هجن ۽ نيپالي للپٽ جا ٻينبڙا. نفرت جي اهو اظهار نيپالين سان مون کي ڄڻ ڪنڊي ڀيو وڃهي، چو ڏسي اسين ان سان ڪي حاڪماڻي ورتاءَ کي پيا پوڪيون. ان ڪري جيئن اتان جي ماڻهن جي نظرن ۾ اهو سامان ڪو ايڏو اهميت وارو نه هو، ان ڪري مون کي به ان ۾ ڪا نواڻ نه پئي محسوس ٿي ۽ لڳم پئي ته ڄڻ ڏارو ڏيرو يا خيرپور ناٿن شاه واري ميلي تي پيو گهمان، جتي ٺيڪي هوندي گهمڻ ڏيندو هو. هڪ اڌ ڪا جديد قسم جي مارڪيٽ به هئي پر ان ڏينهن بند هئي، ان ڪري پاڻ کي پنهنجي اس واري جاءِ تي چئين وڃين پهچڻو هو. ان مهل تائين ٿڪجي به پياسين، پر ڏسڻ وائسڻ کان ڪونه ٿڪو هوس، چاڪاڻ ته ڪانه ڪا نئين ڳالهه نظر آئي پئي.

پاڻ واري گائيڊ ۽ نيپال ايئر لائنز جي ميزبان ڇوڪري پس جي پرسان ويٺا هئا، ۽ گائيڊ ويچاري سگريٽ پي پي وقت گذاريو. واپسي تي ڪري رنگ جي ماڻهن جون به ٽي ٽوليون ڏسڻ ۾ آيون. اهي اڌ اگهاڙا ماڻهو صفا ڏتڙيل پئي لڳا، ۽ پيٽ وڃي پٺين سان لڳا هئن. گائيڊ مسٽر پسٽا کان انهن جي واقفيت پڇيم، جنهن ٻي هن ٻڌايو ته اهي قبائلي آهن ۽ پورهئي ڪارڻ شهر ۾ ايندا آهن. هن اهو به ٻڌايو ته انهن ۾ هڪڙن پن قبائلين ۾ رواج آهي ته چار ڀائر سڀ گڏجي هڪڙي عورت سان شادي ڪندا آهن. غربت جو اهو به هڪڙو پوائتو روپ هو، ۽ چار عورتن جو خرچ پکو نه ڪري سگهڻ جي حالت ۾ ان رواج جنم ورتو هو. پر اهڙي قسم جا رواج گهڻو ڪري سردارن جا قائم ڪيل هوندا آهن ۽ ممڪن آهي ته ايندڙ ڏينهن ۾ ملڪيت جي ورهاڱي ٽوري وڃي بچڻ جو اهو علاج ڳوليو ويو هجي. يا قبائلي سڃاڻپ ۽ وجود جي سلامتي جو اهو به ڪو علاج ڳولي ڪڍيو ويو هجي. بهرحال اها هڪ اهڙي ڳالهه هئي، جيڪا ڪتابن ۾ پڙهندا هئاسين.

هوريان هوريان پنهنجي لاڏي وارا ساٿي، بس تي گڏ ٿيڻ لڳا. مون کي اهو ڏسي عجب ورتو ته همراهن جي گهڻائي کي مٿن تي نيپالي ٽوپيون پهريل هيون. مون کي ڏاڍو غور سان ڏسڻو پئي پيو ته واقعي هو اهي ماڻهو آهن جيڪي پاڻ سان گڏ آيل هئا. ”ڊان“ اخبار جو ليڊر رائيٽر مجيد صاحب منهنجي ڀر ۾ ويٺل هو ۽ مجيد صاحب ڏاڍو پڪو صحافي ۽ ڏاڍو سٺو ماڻهو آهي ۽ هن سفر ۾ ئي پاڻ هڪ ٻئي جا واقف ٿياسين. مون کانئس پڇيو ته ماڻ اهو سوچڻ جو حق رکان ٿو، ته اسان وٽ ۳۷ سال رهڻ کان پوءِ به هنن ڪڏهن سنڌي ٽوپي پائيندي ڪونه ڏٺو ويو آهي ۽ هتي هڪڙي ڏينهن ۾ نيپالي بڻجي ويا آهن. ڇا هنن جي ان ڳالهه کي هتان يا ڪنهن ٻي ڌرتيءَ سان واقعي ڪو رشتو ڪرڻ جو شوق آهي. مجيد صاحب چيو ان سوال پڇڻ ڏيڻ جو توهان کي حق پهچي ٿو.

(هلندڙ)



# پرڏيهي ماڻهن سان ڏيهي سفر

محمد خان سيال



اوهان پرڏيهي سفر ناما ته ڪيترا پڙهيا هوندا. هن پيري اوهان کي هڪ ملڪي سفر نامو پڙهايان ٿو ڇاڪاڻ ته سفر ناما پرڏيهي هجن يا ڏيهي انهن جي ڪري معلومات ۾ واڌارو اچي ٿو.

٢٥ مئي ١٩٨٣ع تي، پي آءِ اي جو هڪ سيڪنڊ هينڊ ڊي سي-١٠ جهاز، جيڪو اٽلي جي ايئر لائين ”اليطاليا“ کان خريد ڪيو ويو سو ڪراچي پهتو. ان ۾ اٽليءَ جا ڇهه مهمان به هئا جن جو اڳواڻ الماندو ڪيوالينِي هو، جيڪو ”اليطاليا“ جو جنرل مئنيجر آهي، ان جي زال مسز روزانا ڪيوالينِي، ڊيءَ مس فرانسز ڪيوالينِي، هڪ شخص ڪارلو جيڪو ايئر لائينز جو ايڊوائيزر هو ۽ ايئر لائين جي پبلڪ آفيسرن جون زالون مريشلا ۽ الينا هيون. حڪم ٿيو ته انهن کي سنڀاليان. انهن کي پي. ٽي. ڊي. سي ڪوسٽر ۾ تاج محل هوٽل تي ڇڏيم ۽ ڪين پڇايم ته ٿڪل نه هجو ته پروگرام موجب ٢ بجي شهر گهمڻو آهي ۽ ٥ بجي ڪيڪڙا مارڻا آهن، چيائون ته پروگرام موجب هلبو.

جيستائين پڇ ڏين تيستائين مان ٽوئرزم ڊپارٽمينٽ جي هڪ گائيڊ چنگيز قريشي سان ڳالهيون ڪرڻ لڳس، جنهن سان ڪيرٿر جبل جي چوٽيءَ تي ”هل اسٽيشن“ قائم ڪرڻ واري پراڻي رٿا جو به ذڪر ڪيم جنهن پڇايو ته اها رٿا اڳي ئي لوڏن ۾ پيل آهي ۽ ان تي ڪوبه واڌارو نه ٿيو آهي. هن پڇايو ته هو هو ڪيترن سياحن کي چوڪنڊي، ٺٽي، موهن جي دڙي، نوابشاهه، حيدرآباد ۽ رني ڪوٽ وغيره وٺي ويو آهي ۽ اهو به پڇايائين ته سياحن جي هڪ گروپ کي جيپ ۾ رني ڪوٽ گهمائڻ وٺي ويو هوس ۽ اتي رهندڙ ماڻهن سان ڪين ملايم ته جيئن مڪاني ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ کان باخبر رهي سگهن. چيائين ته رني ڪوٽ واريءَ انهيءَ ٽوئر جي باري ۾، منهنجن ساٿين جو خيال هو ته ڪامياب ڪونه ٿيندو ڇاڪاڻ ته سهولتون گهٽ آهن پر مون ڪين اهو ٽوئر ڪامياب ڪري ڏيکاريو. منهنجي پڇڻ تي پڇايائين ته غير ملڪي سياح، هتان جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن، لوڪ گيتن وغيره ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺن ٿا. مون کيس ٿرپارڪر جي ٽوئر جي رٿ پڻ ڏني جنهن لاءِ چيو اٿس ته آءٌ کيس وڌيڪ معلومات ڏيان ته هو اهي ٽوئر به ڪرائيندو. مختلف غير ملڪي سياحن سان سندس واسطو به رهيو آهي سو پنهنجو پنهنجو تجربو پڌائيندي چيائين ته اٽليءَ جا ماڻهو ڪڏهن به وقت جا پابند نه هوندا آهن. سندس ڳالهه اڳتي هلي درست ثابت ٿي.

اسان جا مهمان، ڏسيل وقت تي ڪمرن مان ٻاهر نڪري هيٺ نه آيا. پوءِ چيائون ته ٿڪ جي ڪري گهمڻ جو پروگرام رد ڪيو اٿائون البت ڪيڪڙا ضرور ڦاسائينداسون ۽ انهيءَ جو کين ڏاڍو شوق به هو. چنگيز پنهنجي کاتي جي پٽيءَ ملازم، جيڪو ٻهاري هو، تنهن کي به ساڻ ڪيو ۽ چيائين ته ان جو ڀاڳ ڀلو آهي، سدائين گهڻا ڪيڪڙا ڦاسائيندو آهي.

اسان جا اٽلي وارا مهمان مختصر ڪپڙا پائي روانا ٿيا. ڪياماڙيءَ تان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي منهوڙي ويجهو هڪ خاص هنڌ تي روانا ٿياسين. اتي سينڍي کي ڏور ڏني ويئي جنهن جي هڪ پڇڙيءَ تي مڇيءَ جا ننڍا ٽڪر لڳل هئا. ڪيڪڙا مڇين کي چڪ پائڻ لاءِ، جيئن وات مڇي ۾ وجهندا آهن ته ڏور جي چڪ مان اندازو لڳائي، ان کي آهستي آهستي ڇڪبو آهي جڏهن ڪيڪڙو سڄو پاڻيءَ تي ظاهر ٿيندو آهي ته هڪ سهائو، هڪ لڪڙي جي هڪ حصي کي پڏل جاريءَ کي پاڻيءَ ۾ وجهي ڪيڪڙي کي ڦاسائي وٺندو آهي. جيئن ته مون کي تجربو نه هو، تنهنڪري شروع ۾ ڏور کي زور سان ڇڪي، ڪيترا ڪيڪڙا ڀڄائي ڇڏيم. پر پوءِ ڇهه ڪيڪڙا ڦاسايم. ڪنهن ٻارهن ته ڪنهن نو ڪيڪڙا ڦاسايا پر اسان جي مهمانن ۾ ڪجهه اهڙيون به عورتون هيون، جن مون کان به گهٽ ڪيڪڙا ڦاسايا هئا. مهمان عورتون، آس ۾ سڙو وٺڻ لاءِ،

جسم تي ڪريم لڳائيندي ويٺي رهيون. ڇاڪاڻ ته اسان جي ملڪ ۾ اُس گهڻي آهي ۽ يورپي ملڪن ۾ اُس ڪا ورلي نڪرندي آهي، تنهن ڪري يورپي جڏهن به پاڪستان ايندا آهن ته اُس مان لطف وٺندا آهن ۽ "سن باٿ" ڪندا آهن.

ڪيڪڙا ڦاسائي بس ڪيائون ته مهاڻا ان کي تيار ڪرڻ ۾ لڳي ويا. انهن جو هڪ طرف "سوپ" تيار ڪيائون ته ٻئي طرف وري انهن کي "فراءِ" ڪيائون.

ٻئي ڏينهن صبح جو لاهور وڃڻو هو، تنهن ڪري مهمانن کي ساڻ ڪري ايئرپورٽ تي آيس ۽ ڊي سي ١٠ جهاز ۾ چڙهي لاهور پهتاسين.

لاهور باغن جو شهر، سڀ کان وڏي صوبي پنجاب جي گاديءَ جو هنڌ، ڪراچيءَ کان پوءِ ٻيو وڏو شهر ۽ قديم تاريخي شهر آهي، اتان فليٽيز هوٽل پهتاسين. جيئن ته لاهور ۾ گرمي گهڻي هئي تنهن ڪري اسان گهمڻ جو پروگرام صبح ۽ ٽپهريءَ جو ٺاهيو پر اسان جي مهمان پروگرام کي بدلائي ڇڏيو جن جو ڪين پورو پورو حق هو. بهرحال هنن هوٽل پهچڻ شرط گهمڻ جو پروگرام ٺاهيو. لاهور ۾ گرمي ڏاڍي هئي. ڪين انارڪلي وٺي ويا سين جتي هنن بازارن ۾ ڪيترا فوٽو ڪڍيا خاص ڪري ڪمند جي رس ڪڍي وڪڻڻ وارن ۽ رنگ ڏيڻ وارن جا فوٽو ڪڍيائون. ان کان اڳ، هنن ڪراچيءَ ۾ اٺ جا فوٽا ڏاڍي شوق سان ڪڍيا هئا. ڇاڪاڻ ته اٺ يورپ ۾ ڪٿي نه. ان تان بشير اٺ وارو ياد اچي ويو. ٿيو هيئن جو آمريڪا جو صدر لنڊن. بي. جانسن جڏهن هو اڃا نائب صدر هو، ڪراچي آيو هو ته اٺ کي ڏسي ڏاڍو حيران ٿيو ۽ اٺ گاڏيءَ جي [illegible] کي آمريڪا جي

سرڪاري دوري جي دعوت ڏنائين.

انارڪليءَ ۾، ڏٺي عورتون غير ملڪي عورتن کي ڏاڍي تعجب ۽ دلچسپيءَ سان ڏسنديون رهيون جن کي شرٽون ۽ ننڍيون چڏيون پاتل هيون. ڪين شايد ان تي تعجب ٿيندو هوندو ته اسان جي ملڪ ۾ عورتون ڪيتريون نه ڳڪدام آهن جڏهن ته يورپي عورتون آزاد ۽ وات وڪيل آهن.

لاهور ۾ ٽوئرزم ڊپارٽمنٽ جو گائيڊ لياقت گل اسان سان گڏ هو. ان کاتي جي مئنيجر انجم مغل سان به ملاقات ٿي جيڪو سنڌي آهي ۽ جيڪب آباد جو آهي. جنهن ٻڌايو ته اڄڪلهه ريلوي وارا سائيڪرو ويو سسٽم تي ريل گاڏيون هلائڻ واري رٿا تي عمل ڪري رهيا آهن، تنهن ڪري غير ملڪي ماهرن لاءِ اٽڪل ٨٠ گاڏيون ڊرائيورن سميت ٽوئرزم کاتي کان پڙي تي ورتيون ويون آهن. انهيءَ ڪري اسان وٽ ڊرائيورن جي کوٽ آهي. اسان جي گاڏيءَ وارو ڊرائيور خليل به پنهنجي جاءِ تي عجوبو هو. هڪ لاهور جي گرمي، مٿان پيٽرول پچائڻ لاءِ گاڏيءَ جو ايئرڪنڊيشن هر هر بند ڪري ڇڏيندو هو تنهن ڪري سون کان وڌيڪ مهمانن کي لاهور جي گرمي ڏاڍو ستايو.

اسان جي مهمانن کي پتل جون پراڻيون شيون خريد ڪرڻ جو شوق هو. سو لاهور ميوزم وٽ قائم ٿيل دڪان تي وياسين جتان هنن پتل جو پراڻو ڪونرو ساڍن ٽن سون رپين ۾ خريد ڪيو جڏهن ته دڪاندار ان جا پوريا پنج سو رپيا گهريا هئا.

ٻئي ڏينهن وري لاهور گهمڻ جو پروگرام هو. سڀ کان اڳ لاهور جو مشهور تاريخي قلعو ڏسڻ وياسين جيڪو سنهنجو اڳ سڏيل

هو. مکيه در کان اندر داخل ٿياسين ته اسان جي مهمانن ڪجهه فوٽو ڪڍڻ لاءِ ڪئمرائون تيار ڪيون جن تي سادن ڪپڙن ۾ ٻيٺل پر سڌيءَ الاءِ جي ڪٿان اچي ڪڙڪيا جن فوٽن ڪڍڻ جي منع ڪئي. بعد ۾ گائيڊ ٻڌايو ته اتي سخانو آهي جنهن ڪري فوٽن ڪڍڻ جي اجازت ڪانهي پر اسان جي گائيڊ کي مهمانن کي ٻڌائڻو پيو ته جيئن ته اتي پوليس چوڪي آهي، تنهن ڪري فوٽو ڪڍڻ جي اجازت ڪانهي.

جيئن ته منجهند جو وقت هو ۽ نماز وغيره لاءِ وقفو ٿيندو آهي، تنهن ڪري اسان جڏهن پهتاسين ته ان وقت قلعي جو شيش محل بند هو پر گائيڊ پنهنجي اثر رسوخ تي اسان لاءِ خاص اجازت ورتي، جت ٻين شين کان علاوه "نو لکو" به ڏٺوسون. سنگ مرمر جي اها جاءِ، مغل شهنشاهن جي دور ۾ راڻيءَ لاءِ نو لک رپين ۾ تيار ڪئي وئي هئي.

بعد ۾ قلعي جي سامهون بادشاهي مسجد ۾ وياسين. جيئن ته اسان جي مهمان هڪ عورت کي تمام ننڍي اسڪرٽ پاتل هئي تنهن ڪري، مسجد جي دروازي تي ٻيٺل ماڻهن وڏن هڪ ڪپڙو ملبو جيڪو ان گوڏ ڪري ٻڌو. ڳوڙهي پٿر سان ڍڪيل ان مسجد جو فرش به ساڳي پٿر سان ڍڪيل هو جيڪو منجهند جو ايترو ته گرم هو جو پير سڙي رهيا هئا. مسجد جي وسيع ميدان تي هلڻ لاءِ، تنگ پر ڊگهو قالين وڇايل هو پر ان جي باوجود پير سڙي رهيا هئا. تنهن ڪري اسان جي مهمانن کي به اتان لنگهڻ لاءِ ڀڄڻو پيو.

مسجد جي سامهون، سفيد ڏاڙهيءَ وارو هڪ پيرسن نڙس، هڪ وڏي دڙ پٿن تي رکي وڃي رهيو هو. اسان جي مهمان عورتن، سندس فوٽو ڪڍڻ لاءِ چيو پر

باوجود اصرار جي، هن انڪار ڪيو. مون به ڪيس چيو ته هن بار بار پنهنجي اڇي ڏاڙهي تي هٿ ڦيرايو جڻ ته چوندو هجي ته هاڻ اڇي ڏاڙهيءَ ۾، ڇا فوٽو ڪڍرايان.

قلعي ۽ مسجد جي وچ تي، سنگمرمر جو ٺهيل "ديوان خاص" آهي. اسان جي گائيڊ ٻڌايو ته اهو مشهور مغل بادشاهه جهانگير جي مقبري جي مٿان رکيل هو جيڪو مشهور سک حڪمران رنجيت سنگهه اتان ڪڍائي موجوده هنڌ تي رکيو هو جت هو خاص ماڻهن سان ملاقات ڪندو هو. رنجيت سنگهه جو سنگ مرمر وارو مقبرو به قلعي جي ويجهو آهي. هي ساڳيو رنجيت سنگهه آهي جنهن کي انگريزن گهوڙن جي سوکڙي، سنڌو درياهه جي ذريعي پيڙين ۾ موڪلڻ جي ٻهاني، سنڌو درياهه جي جنگي حڪمت عمليءَ جي لحاظ کان سروي ڪئي هئي. ان وقت سنڌ جا حڪمران مير هئا.

رنجيت سنگهه جي سنگ مرمر جي ٺهيل سڙهي قلعي ۽ بادشاهي مسجد جي ويجهو آهي. ورهاڱي کانپوءِ سک لاهور کان هليا ويا آهن ۽ هاڻ چون ٿا ته سڄي لاهور ۾ ڪل ست سک ڪٽنب رهن ٿا.

اسان لاهور جو ميوزم به ڏٺو. هن ميوزم ۾ موهن جي دڙي مان لڌل ڪيتريون شيون به رکيل آهن جن ۾ دڙي مان لڌل ڪيتريون مهرون به شامل آهن، انهن مهرن تي لکيل ٻولي اڃا تائين ڪو پڙهي نه سگهيو آهي، اسان جي گائيڊ لياقت چيو ته هيءَ سنڌي ٻولي آهي جيڪا اڄ ڪير پڙهي نه ٿو سگهي. مان گهڻو وقت، موهن جي دڙي مان لڌل شيون ڏسندو رهيس. ۽ جڏهن مون پنهنجن مهمانن کي ٻڌايو ته هي دنيا جي قديم تهذيب جا آثار آهن ته هنن، انهيءَ ۾ ڏاڍي دلچسپي ورتي ۽ چيائون ته اسان آئنده جڏهن به ايندا سون ته موهن جو دڙو ضرور گهمنداسون.

اسان جو گائيڊ اسان کي جهانگير جي مقبري تي وٺي هليو. وات تي هنن جو ميٺهن جا ڏڻ ڏٺا ته ڏاڍو حيران ٿيا. ويتر ڪجهه سان کي گاڏيءَ ۾ جوٽيل ۽ ٻار ڀوئيندي ڏٺائون ته کين ڏاڍو اچرج ٿيو ۽ ڏاڍا فوٽو ڪڍيائون.

ياد رهي ته جهانگير جڏهن شهزادو هو ته هن جي دل هڪ ٻانهي انارڪليءَ سان اڙجي وئي سندس والد اڪبر اعظم "ظالم سماج جي ديوار" بڻجي سندس پيار جي وچ ۾ بيهي رهيو ۽ نعرو هنيو ته "هي شادي نه ٿيندي" هن انارڪليءَ کي لاهور ۾ جيئرو دفن ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

انارڪليءَ جو مقبرو، پوءِ جهانگير ٺهرايو جيڪو لاهور ۾ آهي.

جهانگير جو هڪ ٻيو مشهور عشق، نورجهان جي باري ۾ آهي. ايراني نسل جي ان نينگري سان جهانگير جو عشق، اڪبر بادشاهه کي پسند نه هو، تنهن ڪري نينگريءَ جي شادي شير افگن سان ڪرايائون جنهن کي بعد ۾ جهانگير، بادشاهه بڻجڻ کانپوءِ قتل ڪرائي ڇڏيو. نورجهان کي پنهنجي مڙس جي قتل ٿيڻ جو ايترو ته افسوس ٿيو جو هوءَ ڪيترا سال جهانگير جي منٿن ڪرڻ جي باوجود، هن سان شاديءَ کان انڪار ڪندي آئي ۽ پوءِ آخرڪار ساڻس شادي ڪيائين.

جهانگير کي هرڻن جي شڪار جو ڏاڍو شوق هو. انهيءَ ڪري "هرڻ مينار" به ٺهرايائين. جت مينار تي چڙهي ويهندو هو ۽ ٻاڏي پيئڻ لاءِ ايندڙ هرڻن جو شڪار جو کيس جنون جي حد تائين شوق هو.

مس فرانسيز ڪيوالينيءَ مقبري کان نڪري، چرڊاري گهمڻ لڳي. ايتري ۾ هڪ نئين ڪنوار پنهنجي گهوٽ ۽ ٻين عزيزن سان گڏ اتي پهتي. اسان پنهنجن مهمانن کي جڏهن نئين ڪنوار جي باري ۾ ٻڌايوسين ته هنن ان ۾ ڏاڍي دلچسپي ورتي.

بعد ۾ مغل دور جو تاريخي "شالامار باغ" ڏسڻ وياسين. گائيڊ ٻڌايو ته سانجهيءَ ڌاري هندستان ۽ پاڪستان جي گڏيل سرحد "واگها" تي، هڪ نئي وقت جهنڊن کي لاهڻ جي روزاني تقريب ٿيندي آهي جيڪا ڏسڻ وٽان آهي. ڊرائيور کي چيوسين ته هو اتي هٿي بيهي رهيو ته گاڏي ٺيڪ نه آهي جو اوٽ موٽ جا اٽڪل ۳۰ ڪلوميٽر ڪري سگهي. بهرحال، سندس مهربانيءَ جو هوٽل تي آڻي ڇڏيو ڪيائين!

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير لاهور ايئر پورٽ پهتاسين. فوڪر فرينڊشپ ايف-۲۷ ۾ اسلام آباد وڃڻو هو. ان جهاز ۾ ڪل ۴۰ سيٽون آهن ۽ سڀ اڪانومي ڪلاس ۾ آهن. لاهور ۽ اسلام آباد وچ ۾ موسم خراب هئي ۽ گهٽا ڪڪر هئا. تنهن ڪري جهاز ۾ ايترا ته لوڏا آيا جو پل ڪن لاءِ سمجهيوسين ته ته چاڻ جهاز اڇي پٽ تي پوندو پر جيئن ته خبر هئي ته خراب موسم جي ڪري ڪٽي ڪٽي "ايئر پاڪيٽ" ( اهي حصا جت هوا نه هوندي آهي. ) ٿيندا آهن تنهن ڪري وڌيڪ پريشان نه ٿياسون.

مون مس فرانسيز ڏانهن ڏٺو جيڪا پنهنجي پويان ويٺي هئي ۽ کلي رهي هئي. باقي مسز مريئلا جي حالت ڏاڍي رحم جوڳي هئي. کيس هوائي سفر دوران، ايئر پاڪيٽن ۽ ڪڪرن مٿان گذرڻ وقت، ڏاڍو ڊپ ٿيندو آهي. ان جي حالت کي ڏسي سندس پيرون سائيڊون مٿس ٽڪوليون ڪري رهيون هيون.

جهاز ته خير خوبيءَ سان اسلام آباد پهتو منهنجا مهمان هوٽل انٽر ڪانٽيننٽل ۾ رهيا ۽ آءٌ هوٽل فليش مين ۾ رهيس. ٻئي هوٽلون ويجهو هيون. شام جو اسلام آباد سير ڪيوسين ۽ شڪر پڙيان به وياسين. اتفاق سان، اسلام آباد ۾ بس گاڏي جو ايئرڪنڊيشن ٺيڪ نه هو. بهرحال اسلام آباد جو سير ڪندي هنن کي چوڪيداري ساوڪ ڏاڍي وڻي ۽ خاص ڪري انهن مان، هڪ خاص قسم جي نڪرندڙ خوشبوءِ جنهن تي مون کيس چيو ته سٺو ٿيو ته ايئرڪنڊيشن ٺيڪ نه آهي نه ته اوهان ههڙي خوشبوءِ کان محروم رهجي وڃو ها.

ٻئي ڏينهن صبح جو مهمانن کي گلگت وڃڻو هو ۽ سون کي شام جو واپس ڪراچي. خراب موسم جي ڪري اڪثر اسڪردو ۽ گلگت جون اڏامون رد ٿي وينديون آهن. سو گلگت جي اڏام به ان ڏينهن رد ٿي وئي. اها خبر جڏهن مون مسز مريئلا کي ٻڌائي ته هو ڏاڍو خوش ٿي. بهرحال، هنن اڳ ئي ٺاهيل متبادل پروگرام هيٺ ڪوهه مري وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ آءٌ واپس هوٽل تي آيس. رات جو هوائي جهاز ۾ ڪراچي پهتس ٻئي ڏينهن موڪل مهل خبر پئي مهمان گلگت نه وڃڻ ڪري، پروگرام کان هڪ ڏينهن اڳ، ڪراچي پهچي رهيا آهن بهرحال، خلاف توقع جڏهن هنن مون کي پنهنجي آدرڀاءَ لاءِ هوائي اڏي تي ڏٺو ته سڀ ڏاڍو خوش ٿيا. آتان شيراٽن هوٽل پهتاسين.

ٻئي ڏينهن ساڻن ملاقات ٿي، هڪ ٻئي سان اڳ ئي گهڻي واقفيت پيدا ٿي وئي هئي تنهن ڪري هنن منهنجو نالو "بابلوٽ" رکيو هو ۽ اهو نالو ايترو ته استعمال ڪيائون جو هنن کان منهنجو اصلي نالو وسري ويو هو!

بهرحال ان لفظ جي معنيٰ سندن چوڻ موجب، هٿي سٺو ۽ تعاون ڪندڙ. ڪراچي ۾ هو ايمپريس مارڪيٽ هليا جت هنن انب، پپيتي، چيڪو وغيره جي خريداري ڪيائون. هنن چيني ۽ سيلون جي چاءِ پڻ خريد ڪئي. خريداري دوران هنن ڪيترا فوٽو به ڪڍيا. اسان جي هڪ مهمان عورت منهنجو فوٽو ڪڍيو ته ٻي مهمان پر ڪراڙي عورت مسز الينا منهنجي ٻانهن ۾ ٻانهن وڌي ته ايتري ۾ فوٽو نڪري ويو پر خبر ناهي ته آءٌ الائجي ڇو ڏاڍو لڄي ٿيس. شايد انهي ڪري ته اهڙي ريت فوٽو يورپ ۾ ڪڍائڻ ته عام ڳالهه آهي پر اسان وٽ ناهي!

رات جو ساڍي ڇهين وڳي، ڪين پي آءِ اي ذريعي روم وڃڻو هو. هوائي اڏي تي جڏهن مون کانئن موڪلايو ته سڀني جي زبان تي هڪ لفظ هو.

"بابلوٽ. تنهنجي وڏي مهرباني"



فضل احمد بچاڻي

# اڳي ائين هياس

## ياداشتن جي اڻ ڇپيل ڪتاب تان ٽڪرا

[حيدرآباد]... ١٩٥٥-٥٤ع
۾ هتي ٽري ڊي فلمون هلنديون
هيون. جن ڏٺيون هونديون تن
کي اهي ٺاڪوڙا ۽ ٺهڪڙا
اڃا نه وسريا هوندا. ڏاڍو ملهالو
هوندو هو هنن فلمن جو. هي
خاص قسم جون فلمون هيون جي
هڪ خاص قسم جو چشمو پائي
ئي ڏسي سگهبيون هيون. دفتري
جو ڏهيل اهو سيلولائيڊ جي
شيشن جو چشمو هر ٽڪيٽ
وٺندڙ کي سينيما هال جي در
تي آڌيو جمع ڪرائڻ سان ملندو
هو. فلم ڏسي واپس هال مان
نڪرڻ تي ئي چشمو گيٽ ڪيپر
کي واپس ڪبو هو ۽ اهو آڌيو
واپس ملندو هو. ان ڪم لاءِ هر
گيٽ تي ٻه ٽي ماڻهو هڪڙيءَ
ڇاپيءَ ۾ آڌيا ۽ هڪڙيءَ ۾
چشمن جا لفافا سنڀيو ويٺا هوندا.
جي چشمو واپس نه ڪيو يا
خراب ڪيو ته آڌيو ضبط.
تنهن ۾ اٺ آنا وڏي ڳالهه هئي.
لفافن تي هدايتون لکيون پيون
هونديون انهيءَ چشمي جي
استعمال بابت. پر اڻ پڙهيل
ويچارا ڇا پڙهن. هو گهٽوڪري
هال ۾ داخل ٿيندي ئي چشمي
تي طبع آزمائي ڪري انکي
ناڪاره بنائي ڇڏيندا هئا، پوءِ
جي ڪنهن ڏانهن ڪئي ته
آڌيو ضبط ڪري پيو وٺي نئون
چشمو ڏنو ويندو پر ڪي اپوجها
ته انهيءَ ڦٽل چشمي سان ئي
فلم ڏسي ٻاهر نڪرندا ۽
ڪرڪندا ويندا ته پيلي
ڏسڻ ۾ ته ڪجهه ڪونه آيو...
پر چڱا پڙهيل ماڻهو به چشمي
کي چٽو ڪرڻ لاءِ رومال يا
قميص جي پاند سان ان جا شيشا
اگهي انکي انڌو ڪري ڇڏيندا
۽ وري وڃي ٻيو وٺي ايندا.
مطلب ته رڳو عينڪ جي ڏي
وٺ تي ئي ڏاڍا رنگ ٿيندا هئا.
باقي 3-D فلمن جي ڪهڙي
ڳالهه ڪجي. چشمو پائي ڏسو
ته پردو پاڻ کان فقط چند گرانٺن
تي ڏسڻ ۾ ايندو ۽ جي چشمو
لاهي ڇڏيو ته پردو اوترو ئي
پري ۽ ان ۾ هر شئي هڪڙيءَ
بدران ٻه ٻه پيون ڏسڻ ۾ اچن
۽ جي پائي ڇڏجي ته هر شئي
چٽي ۽ بالڪل نڪ سامهون
ڏسڻ ۾ اچي. پردي ۽ پنهنجي
وچ ۾ هال اندر چڻ ڪجهه به
ڪونهي. تنهن ڪانسواءِ فلم ۾
جيڪي ڪجهه ٿئي سو چڻ پاڻ
سان پيو ٿئي، ڪير (اڪٽرن
مان) ڪا شئي اڇلائي ته چڻ
منهن تي اچيو لڳي، ڪو تير
اڇلائي ته چڻ پنهنجي ڇاتيءَ
۾ اچي کتو، ڪو تلوار هڻي ته
ڏسڻ واري کي پنهنجي پيٽ ۾
کپندي سمجهه ۾ اچي، ڪو
ايڪٽر دڙڪي داب جي انداز
۾ ڳالهائي ته ڀانئجي هو اکين
۾ اکيون ڪڍائي پيو چڙٻون
ڏي- رڳو بدن ڪٿي محسوس
ڪجهه نه ٿئي باقي ڏسڻ واري
جي حالت غير ٿيو وڃي. هاڻي
سمجهي وڃو فلم ۾ جڏهن ڪا
پرزور ايڪشن واري سين ايندي
هوندي ته ڏسڻ واري سان
ڪهڙي ورگت ٿيندي هوندي.
هوڏانهن دڙڪا، چڙٻون، الرون،
حملا ۽ جلهون- ۽ هيڏانهن ڏسڻ
وارن ۾ ڇرڪ ٺاڪوڙو، وٺ سٽ،
اٿ ويهه، ڪنڌ جي ورسر ۽ هٿن
سان ٽڪ جهلڻ ۽ بچاءَ جا
عجيب ايڪشن! سينيما هال
۾ سچ پچ عجيب ڏيکر مچي
ويندو هو چڻ پاڪر ڪٽو پئجي
ويو. ڪيترا حادثا ٿيندا ڏٺا سين.
فردوس سئنيما ۾ هڪ ڪاڏياواڙي
سيٺ ان وقت پنهنجا ٻئي هٿ
پنهنجي پيٽ تي ڏئي- اري
مري ڳيو- جي رڙ ڪري سيٽ
تان هيٺ وڃي ڊٺو جڏهن وقت
هڪڙي سين ۾ هڪڙي ايڪٽر
پنهنجي مخالف جي پيٽ تي
ڇريءَ جو وار ڪيو، هڪڙي
سين ۾ هڪ ايڪٽر ڪنهن کي
گهٽو ڏنو ته هال ۾ ويٺلن
ڪيترن کان گهٽيل گهٽيل
رڙيون نڪتيون ايڪٽر جا هٿ
هر ڪنهن کي پنهنجي ڳچيءَ
۾ کپندا پئي محسوس ٿيا. مطلب ته
حملي وقت حملي آور موجود ۽ مخالف
غائب هوندو هو ۽ ان جي بدران
فلم ڏسڻ وارو انهيءَ پوهي ۾
اچي ويندو هو ... ٻارن کي
آڻڻ جي منع هئي پر عورتون
ايندڙيون هيون تن جو ته اڃا برو
حشر ٿيندو هو ۽ ڪيتريون
رڙيون ڪري هال مان ئي

نڪري وينديون هيون. ڪي ماڻهو اهڙا ڇيڙ ڇيڙان نه سهي سگهندا ته چشمو لاهي ڪڍي هٿ ۾ ڪندا ۽ پاڻ بچائيندا.

حملن ۽ مارا ماريءَ کانسواءِ فلم ۾ ڪٿي ڪا روماني سين به ايندي هئي اوڏيءَ مهل وري شوقينن جي ڪک ڪڙندي ڏسو. حملن وقت پٺي وڃي سيٽ جي پٺيءَ سان لڳندن ته ڪنهن Love Making واري سين ۾ سيٽ کان نه پر وکون اڳتي نڪرڻ جي پيا ڪندا، چشڪا، ڪيتون ۽ چهڪ چهڪ، چڻ. ڪٽمٺا پيا چوسين! عورتون شرمائي ڪڍي ڪنڌ لاڙينديون يا لاهي ڇڏينديون، باقي جوانن جو پکهڙ نڪري ايندو پکيءَ وانگر جهنب سان جهنب ملائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندا. عجيب عجيب لقاءَ ڏيندا هئا فلم ڏسڻ وقت. ٽهڪن جا ڪوڪرات پئجي ويندا هئا.

هاڻي انهن "چرين وارين ڳالهين" جا تفصيل ته ڏکيا ٿي ويندا پر هڪڙي ڳالهين مان ڳالهه مزي واري اچا به لکي ڇڏيان ـ منهنجي هاسٽل ميٽ دوست مير غلام عليءَ جو هڪ ڳوٺاڻي دوست سائين بخش لشاري هڪڙي رات هن وٽ "مزمان" ٿي اچي نڪيو ۽ اسان پاڻ ۾ صلاح ڪري هن کي نيو ميجسٽڪ ۾ هلندڙ ٽري ـ ڊي فلم ڏيکارڻ وٺي هلياسين. اسين پاڻ ڪيترين فلمون ڏسي پڪا ٿي ويا هئاسين پر هن نولي ماڻهو سان جا ڪار ڏسي سا پڌو. سئنيما تي هلڻ ۽ فلم چالو ڏيڻ کان اڳ اسان فلم جي حقيقت بابت هنکي ڪجهه ٻڌايو، ڪجهه نه ٻڌايو. چو ته ڪجهه سمجهائڻ جي ڪريون ته همراه مرڙگو چڙيو پوي چي: سڦا ڪو چٽ ٿا سمجهو ڇا؟ خير...

هال ۾ هي ـ همان اسان پنهي جي وچ ۾ ٿي ويٺو. فلم چالو ٿي ته ڏٺوسين ته هي اشراف حيرت ۾ غلطان ٿي ويو، ٻه ٽي دفعا چشمو چهري سان جهلي نرڙ تائين مٿي هيٺ ڪري ڏٺائين — پهرئين ٿي سين ۾ هڪ جابلو قبائلي خوبصورت عورت اڌوگابري جهنگلي لباس ۾ ظاهر ٿي ته اسانوارو مهمان ڪجهه اڌسين شن جي حالت ۾ ٿي ويٺو، ڏورو پوءِ انهيءَ عورت پنهنجي جوان ساٿيءَ جي ڳل تي چمي ڏني ته ڏٺم ته هن جي بدن ۾ سيانٽو پئجي ويو ـ هڪڙو لئونٽو مونڏانهن هنيائين ۽ هڪڙو غلام علي ڏانهن. مون نهاريو ته چوڻ لڳو:

"ڏاڍي بي ڪيرتائي آهي هنن فلمن ۾..." (اها منڊس ڪاوڙ ظاهري هئي) مون چيو "پاڻو ٿو شايد انگريزي فلمون اڳ نه ڏٺيون آهن."

چوڻ لڳو: "هڪڙي پر اڳ به ڏٺي اٿم پر هيڙي حجت بازي انهن ۾ ته ڪانه هئي ..."

دل ۾ چيم ادا اهو ڪمال انهيءَ ٽري ڊي عينڪ جو آهي، اها ترس ڪٿي ڳالهه پئي آهي. هي ته محبت وارو سين هو موچڙن جو وارو اچا اڳتي اچڻو آهي. اهي به هن چميءَ وانگر وڏي وڏي لڳندا.

پوءِ جو تفصيل ڇا لکجي، فلم طرح طرح جا سين آيا ۽ پاڻو جا بار بار هوش خطا ٿيا. چرڪ، اچنبو پئي هٿ مٿي ڪڍي ڏک بچائڻ جي ڪوشش ۽ وري ڦڪائي وندرائڻ لاءِ ڦڪا ٽهڪڙا وچ ۾ ڏاڍو ٿي ته پڇيوسانس، پاڻو ڪيئن ڏٺو پائنئين؟" چوڻ لڳو. "يار انهن الرن ۽ اچلن نه ساڏو ڪري ڇڏيو آهي پر خير آءَ نه نولو هوندي به ڏس ڪو ذرو به نه پيو گهبرايان باقي پين ماڻهن جا ته منهن ٿي هيڊا ٿي ويا آهن، شهري ماڻهو سڦا ڪي ڊڄڻا آهن پيو."

دل ۾ چيم يار ماڻهن جا هيڊا منهن توکي اونده ۾ به نظر اچي ويا، پنهنجي منهن تي جي ٻارهن وڄي ويا اٿئي سي توکي ڏسڻ ۾ نه پيا اچن.!

هڪڙي سين ۾ ٿلهو ستارو اجگر نانگ هڪڙي جبل جي پاڙ مان پهنجي ٻر مان ڦوڪون شوڪون ڏيندو نڪرندو ڏسڻ ۾ آيو، سچ پچ اسين هيسجي وياسين، نانگ جو آواز به اهڙو ٿي ٻڌڻ ۾ آيو جيئن ڪنهن چرخي جي ڦرڻ جي چرڙ چرڙ جو اکرو چيڪڙاٽ هوندو آهي. ايتري ۾ هڪ جابلو قبائلي اوچتو انهي نانگ جي سامهون اچي ويو ته اسان ڪڍي ساه جهليو ڏاڍي سسپنس سان پرپوورسين هئي. آخير پوءِ ڏيکاريائون ته انهي جابلو قبائلي ڊڄڻ ۽ ڀڄڻ جي بدران (پنهنجي ڪنهن پراڻي رسم مطابق) انهي نانگ ڏانهن پنهنجو هڪ هٿ کولي سامهون ڪيو ۽ وات مان آخ ٿو ڪندو هن تي ٿڪون اڇلائڻ لڳو جيئن ڪو ماڻهو پان جي پڪ اڇليندو آهي، انهيءَ جي نتيجي ۾ نانگ حملو ڪرڻ جي بجاءِ سسي ڪڍي هيٺ لاڙي ۽ نيٺ ماٺ ميٺ ۾ واپس پنهنجي ٻر ۾ ۾ هليو ويو — اتي هن اسان واري مزمان عينڪ لاهي هٿ ۾ مروڙو ڏئي ڪڍي غلام علي جي پيرن ۾ اڇلي ۽ ڪاوڙ ۾ پرجي اٿي ڪڙو ٿيو چي: "يار الرون ۽ جلهون دڙڪا ۽ دهمان ته ڪٿي سهي ويا سين پر هي ٿڪون ۽ پونبا ۽ ڪانگهارا پاڻ کان ڪونه سها ٿيندا، اوڙاه جي تري ۾ وڃي پوي اهڙي فلم—"

— ۽ اسانکي به هن سان گڏ فلم اڌ ۾ ڇڏي اٿڻو پيو...

جن صاحبن اهي ٽري ـ ڊي

فلمون ڏٺيون هونديون تن کي هي ڳالهيون دل سان لڳنديون. پر انهن جي انهي ئي هراسان ڪندڙ نقصان ڪار پهلو جي پيش نظر حڪومت انهن جي ڏيکارڻ تي پابندي وجهي ڇڏي.

۱۹۵۸ع ڌاري ڪراچي ۾ سرڪاراما فلمن جا نمائشي شو ٿيا سي به ڏٺاسين. اهي فلمون والٽ ڊزني جي نئين درياف ـ هئي ۽ هن صاحب جي هڪ ٽيم اهي فلمون ملڪ ۾ ڀاڻ ڏيکاريندي وتندي هئي بنان ٽڪيٽ جي. فلم پرڻ وقت يارهن ڪيمرائون هڪ ئي وقت ڪم ڪنديون هيون ۽ ڏيکارڻ وقت به يارهن ئي پروجيڪٽر هڪ ئي وقت هلائيا هئا يعني فلم جون يارهن پرنٽون هڪ ئي وقت يارهن پروجيڪٽرن تي هلنديون هيون، تنبوءَ جوڙي گول هال ۾ پردا به يارهن هوندا هئا، جن تي هڪڙي ئي فلم هڪ وقت هلندي هئي ۽ ڏسڻ وارا انهيءَ گول گنبذ ۾ بيهي فلم ڏسندا هئا نه ڪي ويهي. ويهڻ لاءِ ڪا سيٽ ئي نه هوندي هئي.

هن سرڪاراما فلم جي خصوصيت هيءَ هئي جو ڏسڻ وارو پاڻ فلم جي هر منظر جو هڪ حصو بڻجي ويندو هو ۽ پاڻ کي انهيءَ منظر ۾ موجود سمجهندو هو. مثال طور ڪنهن سين ۾ ڪو ايڪٽر ڏاڪڻ تي چڙهندو ڏيکاريندا ته فلم ڏسڻ وارو پاڻ کي به ان ڏاڪڻ تي چڙهندو ۽ مٿي ئي مٿي ويندو محسوس ڪندو، چوڌير نظر ڪبي ته ڏاڪڻ جا اڪريل ڏاڪا پوئتي ويندا ڏسبا ۽ پوئتي نهاربو ته چڙهيل ڏاڪا هيٺ ۽ باقي اصيل مٿي ڏسڻ ۾ ايندا. اهڙي طرح جي ڪا موٽر ڪار سامهون آئي ۽ اڳتي نڪري وئي ته اها پرسان لنگهندي ڏسبي ۽ پوئتي نهاربو ته پڌري ويندي ڏسبي ماڻهن جي ڪنهن هجوم يا ميڙي جو سين هوندو ته پاڻ کي انهيءَ ميڙ جي وچ ۾ ڏسبو، چوڌير سامهون ۽ پٺيان نظر ڪبي ته پنهنجي ئي چوڌير ماڻهو ئي نظر ايندا.

هڪ فلم ۾ امريڪا جي لنڪن ميموريل هال جو دروازو کلندو ۽ ماڻهن کي اندر داخل ٿيندو ڏيکاريائون ته اسان پاڻ کي به هال اندر داخل ٿيندو سمجهيو ۽ پويان نهاريوسين ته پاهريون دروازو پوئتي ويندو ۽ پاڻ کي اڳتي هلندو پاڻيوسين. هڪ هنڌ ابراهام لنڪن جو مجسمو ڪرسيءَ تي ويٺل ڏيکاريائون. انهيءَ هال ۾ ٻيا ڪيترا مرد ۽ عورتون هتي هتي پکڙيا بيٺا هئا ته پاڻ کي به انهن ماڻهن جي وچ ۾ ڏٺوسين. سامهون نهاريون ته لنڪن صاحب جو مجسمو، پاسن ڏانهن نهاريون ته زيارت ڪندڙ مرد ۽ عورتون ۽ پٺيان نهاريون ته هال ڪمري جو دروازو ـ! بيشڪ هڪ حيرت ۾ وجهندڙ ايجاد هئي. هاڻي اهي فلمون ٻين ملڪن ۾ هجن ته هجن باقي هتان جيئن اهي نمائشون ختم ٿيون ته وري نالو به نه ٻڌوسين. اسان جي معاشري ۾ اهڙين فلمن ۽ سئنيمائن جو بندوبست هوڻ ئي اڻ ٿيڻي آهي. هڪڙي ئي هال ۾ هر طرح جا مرد ۽ عورتون وانڱرا بيٺا هجن، سي به پيرن پڙ ۽ آزاديءَ سان هيڏانهن هوڏانهن هلندا به هجن ۽ اندر رڳو پروجيڪٽرن مان نڪرندڙ جهڪي سهائي نه اسان جا من موجي جوان بيهودگين حرڪتن کان پاڻ جهلين پلين ڪٿي ٿا!

... فلمن، سئنيمائن ۽ انهن جي شوقينن سان واسطو رکندڙ ڳالهين ئي حڪر پستڪن تي پستڪ لکجن ته ڳالهه پوري نه ٿئي. هتي آخر ۾ هڪ حقيقت بهرحال لکندو وڃان ـــ منهن جي شهر ۾ مڌو بالا جو هڪ سچو عاشق هو، ايتروڻي ڏڏو وائنو ظاهر ۽ پڌرو جهڙو مجنون هو، پنهنجي عشق ۾ ڏاڍو سچو ڏاڍو سنجيدو ۽ ڏاڍو پختو، تانجو ڪنهن کي ماڻس چڙ مذاق ڪرڻ جي همت نه ٿيندي هئي، پاڻ هرڪو هن جذبي جو احترام ڪندو هو. جئين ته هڪ نهايت مسڪين پورهيت هو ان ڪري ڪيترا دل وارا هنکي فلم جي ٽڪيٽ وٺي ڏيندا هئا جو هر روز ۽ هر شو ڏسڻ هن پاڻ تي لازم ڪري ڇڏيو هو. هن جا رات ڏينهن ڪيئن ٿي گذريا، هن جي دل جگر جي ڇا ڪيفيت هوندي هئي. معذورين لاچارين ۽ مسڪيني هنکي ابتي وڃي محبوب جو هڪ ديدار ڪرڻ جي سعادت کان جو محروم رکيو تنهن لاءِ هو ڪيئن ڪڙهندو هو. اهي داستان طويل ٿي ويندا. هڪ ڳالهه اڃان ڪنهن کان نٿي وسري جو ـ هن هڪ پڙڻن جي وڏي دڪاندار تي باقاعدي ڪيس ڪيو هو ته انهي دوڪان جي اشتهار طور سئنيما ۾ جو سلائيڊ ٿو ڏيکاريو وڃي تنهن ۾ مڌوبالا جي شبيهه سنبلن ۽ چمڻن جي وچ ۾ ڏيکاريل آهي، اها ڳالهه هڪ سچي چاهيندڙ جي دل آزاري ڪندڙ آهي اهو اشتهار بند ڪيو وڃي.! ڪورٽ سڳوريءَ انهي ڪيس ۾ هن عاشق جي حق ۾ فيصلو ڏنو ته ڪنهن جي به جذبات کي آزاري خلاف قانون آهي... ۽ ڪورٽ جي فيصلي موجب سئنيما کي اهو سلائيڊ بند ڪرڻ جو قانوني حڪم مليو!... مڌو بالا گذاري چڪي آهي ۽ هي اشراف پورهيت اڃا جيئرو آهي، ڪير سچي اک سان ڏسي ته هنجي اپائڪين اکين ۾ عشق جا پاچولا اڃا به چٽا ۽ روشن ڏسڻ ۾ ايندا...

# ڪتابن تي تبصرو

**ڪتاب: جيل ڪهاڻيءَ جن سان**
**ليکڪ: طارق اشرف**
**ڇپائيندڙ: سگند پبليڪيشن لاڙڪاڻو پاران زيب سنڌي.**
**قيمت: ١٥ رپيا.**

طارق اشرف جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ١٩٧٧ع ۾ آيو هو ۽ هاڻي وري ٻيو ڇاپو ڇپرايو ويو آهي. ٢٢ مهينا جيل ڪهاڻ واري عرصي ۾ جن ماڻهن سان سندس واسطو پيو تن جي شخصيتن کي ليکڪ پنهنجي حساب سان پيش ڪيو آهي. انهن شخصيتن ۾ گهڻو ڪري سياسي ماڻهو آهن ۽ هڪ اڌ بنيادي طرح غير سياسي ماڻهن کي به طارق هتي سياسي ماڻهو واري ئي روپ ۾ پيش ڪيو آهي. جن شخصيتن سان پنهنجي تجربي کي ليکڪ بيان ڪيو آهي، آهي شير محمد مري، شيرباز مزاري، رسول بخش پليجو، شاهنواز خان جوڻيجو، مير رسول بخش ٽالپر شاهه محمد شاهه، جنرل (رٽائرڊ) نيازي، پروفيسر غفور، چوڌري ظهور الاهي، روشن جوڻيجو، قمر راڄپر ۽ نذير عباسي آهن.

ان ۾ شڪ ڪونهي ته هي ڪتاب ڪافي دلچسپ ۽ انهن ماڻهن متعلق خاصي معلومات ڏيڻ سان گڏ هڪ دور جي سياسي حالتن ۽ لاڙن کي سمجهڻ ۾ مدد ڏيندڙ آهي، ۽ ان بنياد تي ئي ڪتاب جي ٻئي ڇاپي آڻڻ جي ضرورت محسوس ڪئي وئي. ڪٿي ڪٿي ليکڪ سان پنهنجن راين سان اختلاف به ٿي سگهن ٿا. ان کان سواءِ هڪڙي ڳالهه جيڪا خاص طرح سان محسوس ٿئي ٿي سا اها ته ليکڪ پاڻ مطالعي جي کوٽ جو شڪار ڏسجي آهي. مير شير محمد مري کان ورتل ڪتاب کي هن خشڪ ڪوٺيندي پڙهيو ته هن اهو پڙهيو ڪونه. ان منجهان خبر پوي ٿي ته جتي انهن ڏينهن جي سنڌي نوجوان جو ڪتابن ۽ سنجيدي مطالعي سان رشتو گهڻو ۽ پڪي وارو هو، اتي پڙهڻ لکڻ ماڻهن جو ڇا حال پئي ٿيو. هڪڙي سٺي ڳالهه اها آهي ته طارق پاڻ متعلق به اڻ ڏس ۾ اهڙي سچائي کان ڪم ورتو آهي، جهڙو پين بابت. اهو سڀ ڪجهه انهن ڏينهن جي لاڙن کي سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. جن جن محاذن تي سنڌي شاگرد، اديب، ۽ سياستدان سرگرم رهيا، اتي انهن جون ڪهڙيون ڪمزوريون رهيون سي اکيان اچن ٿيون. بهرحال هن ڪتاب جو مطالعو دلچسپيءَ کان خالي ڪونهي.

**ڪتاب: عورتا زاد**
**ترتيب ۽ ترجمو: محمد ابراهيم جويو**
**پاران: سنڌ فرينڊس سرڪل حيدرآباد**
**قيمت چار رپيا.**

”اڄ جو سنڌي سماج — جاگيردار سماج، تاريخ جوڙ کيل ۽ ديون پونتي پيل ڇڏجي ويل سماج پيچ در پيچ غلاميءَ ۾ ورتل آهي. ۽ ان جي سڀ کان اونهي پيچ ۾ قابل سنڌي عورت آهي ۽ اتي هوءَ نه ماءُ آهي، ۽ نه ڀيڻ آهي ۽ نه ڌيءُ، نه هن جو ڪو جيون ساٿي آهي، نه هوءَ ڪنهن جي جيون ساٿياڻي. هوءَ پنهنجي وجود جي اهميت ۽ تقدس کان ڪلي اڻڄاڻ آهي. سڙهيل توڙي اڻ پڙهيل، ساهوڪار توڙي غريب، ٻهراڙي توڙي شهري گهر ۾ اسان وٽ هوءَ ائين بي قدرائين وٽ آهي. ۽ ان پنهنجي هلڪائپ ۽ دک ۾ جيڪو نئون نسل هوءَ اپائي ٿي ۽ نپائي ٿي، اڪثر اهو پنهنجي ذهن توڙي ارادي ۾ ۾ غلام ئي هجي ٿو، ۽ نه نه ته به خود ڪيس، يعني پنهنجي ماءُ کي، ڀيڻ کي ۽ پنهنجن ئي ٻچن جي ماءُ کي، ماڳهين غلامي جي پيچ ۾ سوگهي رکڻ جي مهارت ته هو ضرور ڄاڻي ٿو.“

هي سٺين ڪتاب جي مهاڳ منجهان ورتل ٽڪرو محترم محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي، جنهن سان هڪ اهڙي حقيقت پڌري ٿي سامهون اچي ٿي، جيڪا ڏاڍي ڏکوئيندڙ آهي جنهن صورتحال جي هوندي ڪو به سماج ڪنڌ مٿي ڪرڻ جي لائق نه ٿو بڻجي سگهي، ۽ جيڪو سماج ڪنڌ مٿي ڪٿي سگهڻ جي لائق نه هجي، ان جي اڳيان ڪاري جا مالڪ ۽ ان سماج جا رهواسي سڀ جا سڀ ڪٺارا رهندا. نه رڳو اهي لفظ، پر اهو سڄو مهاڳ ۽ سڄو ستر صفحن جو ڪتاب، عورتن جي رائج عالمي سرشتن ۾ حيثيت ۽ مرتبي تي روشني وجهندي انهن اندين قوتن کي نندي ٿو، جن جو غلامي واري حالت کي قائم رکڻ ۾ هٿ آهي.

ڪتاب پڙهڻ سان ان ڏس ۾ اهي سڀ ذميواريون اڀري ٿيون جنجهوڙين، جن کان ڪن لاڏار ٿي رهي آهي. ڪتاب ۾ ريڊيو پوشني، طاهره مظفر، ڊاڪٽر جي ايم مهڪري، آغا مرتضيٰ

پوڻا، ڊاڪٽر مبارڪ علي، نذير لغاري، عورتن جي حقن متعلق گڏيل قومن جو منشور ۽ ڊياگو ڊي ميلو جي لکڻين جو ترجمو ڏنل آهي.

## ڪتاب: اسانجا اديب اسانجا شاعر

قيمت: اٺ رپيا

مرتب: ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ

ڇپائيندڙ: مهراڻ پبلشرس شڪارپور.

اسانجا اديب اسان جا شاعر جي سري سان، ان سلسلي جو هي پنجون ڪتاب آهي جنهن ۾ الف بي جي حساب سان لاڳيتو سنڌ جي اديبن جي تعارف جو سلسلو آهي. انهن پنجن ڪتابن ذريعي ٢٧٤ اديبن کي متعارف ڪرايو ويو آهي. هن ۾ اهي اديب شامل آهي جن جي نالن جي مهڙ ۾ غ. ف. ڪ. ق. ک. گ. ل. جا اکر آهن. اديبن جي تعارف سان هر هڪ اديب جي تصوير به آهي.

هن ڪتاب جي اهميت تمام گهڻي ٿئي ها. جيڪڏهن سڀئي اديب ان ۾ شامل هجن ها، پر ان ۾ ڪتاب ڇپائيندڙن جو قصور به ڪونهي. ان ڏس ۾ ماڻهن سهڪار گهٽ ڏنل ڏو ڏجي. ان ڪري ظاهر آهي ته گهڻا سکيه اديب رهجي ويا آهن. تڏهن به هي هڪ رڪارڊ آهي.

## ڪتاب: وکريل موتي

ليکڪ: عطا محمد حامي

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو

قيمت: اٺ رپيا

عطا محمد حامي مرحوم جي پهرين ورسي جي موقعي تي هي ڪتاب مقصود گل مهيڙي پيش ڪيو آهي جنهن ۾ حامي مرحوم جا ڇيهل ۽ اٺ ڇپيل مقالا آهن. هن ڪتاب ۾ حامي صاحب جا گهڻو ڪري اهڙا مضمون شامل ڏنل آهن جن جو لاڳاپو حامي صاحب جي پنهنجي ضلعي خيرپور سان آهي. پر ان جو مطلب اهو ڪونهي ته هي مضمون ڪو غير اهم آهن. حامي صاحب پنهنجي سٺي پولي ۾ هي تاريخي حيثيت وارا مضمون لکيا آهن، جن ۾ ڪرڙيءَ جو داستان، خيرپور جي حڪمرانن جون علمي خدمتون، پاڳارا پير، ڪنڊڙيءَ جا ڪلتار ۽ سچل سرمست جي شعريءَ تي ٺني مضمون آهن ۽ هي هڪ دلچسپ ۽ معلوماتي ڪتاب آهي.

## ڪتاب: محبوب جي ياد ۾

ڇپائيندڙ: مهراڻ پبليڪيشن سيوهڻ

قيمت: ڇهه رپيا

سنڌ جي هڪ معروف علمي شخصيت مرحوم پروفيسر محبوب علي چنا جي ياد ۾ پرواني سيوهاڻي هي ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب ۾ ساٿين محبوب علي کي ويجهو رهندڙ ساٿين، شاگردن ۽ واقفن جا تاثراتي مضمون شامل ڪيا ويا آهن. ليکڪن ۾ حميد سنڌي، تاج صحرائي، ڊاڪٽر سليمان شيخ، استاد بخاري، پروفيسر هدايت الله ميمڻ، مس پروين چنه، اظهر گيلاني، الحاج غلام حيدر سولنگي، پروانو سيوهاڻي ۽ ٻين جا مضمون ۽ محترم عبدالله چنا جو انٽرويو شامل آهن.

تبصري لاءِ پهتل ٻيا ڪتاب:

### ١- ڪينسر: ليکڪ علي

مرتضيٰ ڌاريجو اسسٽنٽ پروفيسر زولاجي ڊپارٽمينٽ سنڌ يونيورسٽي ڇپائيندڙ سنڌ سائنس سوسائٽي، ڄامشورو.

### ٢- ڪلاءِ ڪتابي سلسلي

جو پهريون ڪتاب، جنهن جا مهڙيندڙ مخمور ميرانپوري ۽ عرفان مهدي آهن.

### ٣- رت ۽ غلامي:

ڪهاڻين جو مجموعو، جن جو ليکڪ ٻٽر آهي ۽ سنڌ نيشنل پبليڪيشن ميرپور ماٿورو پاران شايع ڪرايو ويو آهي.

### ٤- گل ڦل (مئي ١٩٨٣):

ٻارن لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جو رسالو.



سائنس

# انسان جي خلا ۾ پهچ

شڪور نظاماڻي

موجوده سائنسي ترقي انسان جي صدين جي تجربي جو نتيجو آهي. انسان اوسر جي ابتدائي ڏاڪن ۾ ذهني طور تي تمام پٺتي پيل هو ڪيس ڌرتي ۽ ڪائنات ۾ موجود شين جي نوعيت ۽ انهن جي ٻاڻ ۾ لاڳاپن جي خبر نه هئي. هن آهستي آهستي سندس آسپاس جي شين بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ شروع ڪئي ۽ صدين جي مشاهدي ۽ تجربي کان پوءِ ڪائنات بابت ڪي قائدا ۽ قانون بنايا، جن مان ڪي اڳتي هلي درست ثابت ٿيا. جڏهن ته ڪن ڪي تجربن کانپوءِ رد ڪيو ويو ۽ انهن جي جاءِ نون قاعدن والاري. اهڙي طرح انسان سائنس جو بنياد وڌو.

انسان جو شروعات ۾ ڪائنات بابت خيال هو ته اها بي ترتيب آهي ۽ سندس جوڙجڪ بنا ڪنهن رٿا جي آهي. جيئن ته فطرت مان سندس واهپو بنا ڪنهن رٿابندي جي هو. تنهنڪري هن فطرت کي به سندس عمل وانگر بي ترتيب سمجهيو ٿي. ڪيس فطرت جي قانونن بابت ڄاڻ نه هئي، تنهنڪري هن فطرت جي انهيءَ "غير مربوط" سرشتي ۾ ٿيندڙ ڦيرين گهيرين جو سبب ديوتائن جي ڪاوڙيا خوشيءَ کي سمجهيو ٿي.

صدين جي تجربن ۽ اڀياس کانپوءِ انسان کي فطرت ۾ سببن جي قانون (Law of Causaion) بابت ڄاڻ حاصل ٿي. اهڙي طرح آهستي آهستي انسان جي ڪائنات بابت معلومات ۾ واڌارو ٿيو، جيئن جيئن سائنس ترقي ڪئي، انسان نه فقط ڌرتي بابت وڌ ۾ ڄاڻ ڪڍ ڪئي پر ڌرتي کان پري چنڊ، سج، گرهن ۽ تارن بابت ٻه نوان نظريا قائم ڪيا. انهي ڏس ۾ فلڪيات جي سائنس وجود ۾ آئي. جنهن خاص طور تي دور بينيءَ جي ايجاد کانپوءِ گهڻي ترقي ڪري آسماني جسمن بابت انسان کي وڌ ۾ وڌ ڄاڻ ڏني. جنهنجي نتيجي ۾ سورج منڊل جا نوان گرهه ڳولي لڌا ويا ۽ ڪائنات جي ڏورانهن تارن جي خاصيتن جي چنڊ ڇاڻ ڪئي وئي.

ويهين صدي ۾ سائنس ترقي وڌو ڇال ڏنو ۽ سائنسدانن خلائي جهاز ۽ راڪيٽ ايجاد ڪيا، جيڪي ڌرتيءَ جي مدار کان ٻاهر نڪري خلاءَ جو اڀياس ڪرڻ لڳا. انهيءَ ڏس ۾ ١٢ اپريل ١٩٦١ سموري انساني تاريخ جو يادگار ڏينهن هو، جڏهن پهريون انسان "ويسٽوڪ-١" راڪيٽ ذريعي خلاءَ ۾ ويو، جيڪو ١٠٨ منٽن تائين ڌرتيءَ جي چوڌاري ڦيرا ڏيندو رهيو. دنيا جو پهريون پولاري سوويت يونين جو يوري گاگارين هو، جنهن خلا ۾ انساني سفر جي شروعات ڪئي. جنهن کان چار مهينا پوءِ پئي سوويت پولاري سائبيريا جي گيرمن ٽيٽوف ٦ آگسٽ ١٩٦١ تي خلائي جهاز "ويسٽوڪ-٢" ۾ دنيا جي چوڌاري سترهن چڪر لڳائي ٢٥ ڪلاڪن ۾ ست لک ڪلوميٽرن جو فاصلو طئه ڪيو. بعد ۾ چنڊ، زهره ۽ ٻين گرهن جي سائنسي اڀياس لاءِ سوويت يونين پاران وينرا ۽ سويوز سلسلي جي خلائي جهازن جون اڏامون شروع ٿيون. جڏهن ته آمريڪا جي گڏيل رياستن پاران اپالو خلائي جهازن جي سلسلي کي خلا ۾ اماڻيو ويو جنهنجي اپالو-١١ جي خلاباز نيل آرمسٽرانگ چنڊ جي سطح تي پهرئين انسان جي حيثيت سان قدم رکيو.

خلائي ٽيڪنالاجي وقت گذرڻ سان گڏو گڏ ترقي ڪئي آهي هن وقت نه فقط سوويت يونين ۽ آمريڪا پر يورپ ۽ دنيا جا ٻيا ملڪ به خلائي سائنس ۾ ترقي لاءِ جاکوڙ ڪري رهيا آهن. هن وقت مختلف ملڪن پاران گهڻو ڪري ٽن مقصدن لاءِ خلائي جهاز پولار ۾ اماڻيا وڃن ٿا. جيڪي هن ريت آهن. (١) سائنسي اڀياس (٢) تجارتي (٣) فوجي يا سياسي.

سائنسي نڪته نظر کان موڪليل خلائي جهازن جو مقصد آسماني جسمن بابت نئين ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ انهيءَ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ آهي. جيئن هن وقت زهره جي سائنسي اڀياس لاءِ سوويت يونين پاران به خلائي جهاز "وينرا ١٥" ۽ "وينرا ١٦" ۽ آمريڪا جي گڏيل رياستن پاران "وائيجر-٢" ۽ "وائيجر-٣" روانا ڪيا ويا آهن.

تازو موڪليل آمريڪي خلائي

شٽل "چئلينجر" ۽ يورپي خلائي اداري پاران اماڻيل راڪيٽ "آريان-٦" جو مقصد سائنسي تجربن ڪرڻ سان گڏوگڏ تجارتي فائدا حاصل ڪرڻ پڻ آهي. هن وقت مواصلاتي سائنس ۽ مواصلاتي گرهن جي اهميت وڌي ويئي آهي. خلا ۾ ڪيترائي امريڪا ۽ سوويت يونين جا گرهه گردش ڪري رهيا آهن، جن جو مقصد ٽيلي مواصلاتي سرشتي تحت دنيا جي مختلف حصن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ آهي. دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ امريڪا مواصلاتي گرهه خلا ۾ موڪلڻ جي سائنسي صلاحيت ڪونهي، تنهنڪري آهي امريڪا ۽ پين سائنسي طور تي ترقي ڪيل ملڪن جي خلائي جهازن معرفت امريڪا گرهه پولار ۾ اماڻيندا جنهن لاءِ آهي ترقي يافته ملڪن کي وڏيون رقمون ادا ڪن ٿا. آمريڪي خلائي شٽل چئلينجر سندس اڏام دوران ڪينڊا جو مواصلاتي گرهه "اينڪ-سي" ۽ انڊونيشي مواصلاتي گرهه "پالپا-بي" پاڻ سان کڻي ويو. انهن کانسواءِ اولهه جرمني جي هڪ گرهه کي پولار ۾ اماڻڻ ۽ پيهر پڪڙڻ جو پڻ تجربو ڪيو ويو جڏهن ته يورپي خلائي اداري جي راڪيٽ آريان-٦ ۾ برطانيه ۽ اولهه جرمني جا مواصلاتي گرهه موڪليا ويا آهن. يورپي خلائي اداري جي خلائي پروگرام پويان هڪ وڏو مقصد دنيا جي وڌندڙ ٽيلي مواصلاتي مارڪيٽ ۾ پنهنجي حصي جو نفعو حاصل ڪرڻ لاءِ آمريڪا سان تجارتي مقابلو ڪرڻ آهي. اداري جي يارهن ميمبر ملڪن پاران انهي ڏس ۾ ٢٦٢ بلين جي تجارتي نفعي لاءِ ست ملين آمريڪي ڊالرن جي سيڙپ ڪئي ويئي آهي. خلائي اڏامن جو ٻيون مقصد هٿيارن جي ڊوڙ ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ خلا ۾ هٿيارن جي آزمائش ڪرڻ آهي. ترقي تي وڌندڙ طبقاتي چڪتاڻ ۾ سرمائيدار ملڪن پاران پنهنجو پاڻ مضبوط ڪري ڏينهون ڏينهن وڌندڙ سماجي ۽ اقتصادي بحران کي ماٺو ڪرڻ ۽ پٺتي پيل ملڪن جي اقتصادي، سياسي ۽ سماجي ترقي کي جاري رکڻ ۽ فوجي ٽيڪنالاجي ۾ غلبو حاصل ڪرڻ لاءِ خلا کي استعمال ڪيو پيو وڃي.

انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ سرمائيدار ملڪن پاران خلا ۾ اهڙيون خلائي اسٽيشنون ۽ جاسوسي گرهه اماڻيا پيا وڃن، جيڪي نه فقط جاسوسيءَ جو ڪم ڪندا پر ترقيءَ تي جنگي ٽيڪنالاجي ۾ غلبو حاصل ڪرڻ ۾ سندن مدد ڪندا. انهيءَ ڏس ۾ پولار ۾ اهڙن جنگي تجربن ڪرڻ جو پروگرام آهي، جن جي مدد سان خوفناڪ ۽ موتمار هٿيارن جي تباهيءَ جي صلاحيت ۾ اڃا به واڌارو ٿيندو. جنهن کانسواءِ خلا ۾ مخالفن جي خلائي جهازن کي تباهه ڪري سگهبو ۽ خلا مان حملو ڪري مخالفن جي فوجي اڏن، شهرن ۽ بستين کي تباهه ڪرڻ جي صلاحيت حاصل ٿيندي. آمريڪا جو خلائي شٽل جو پروگرام انهي رٿا جي هڪ ڪڙي آهي. هونئن ته شٽل کي هڪ خلائي ٽرڪ چئي سگهجي ٿو، جيڪا ڪنهن به قسم جو سامان ڍوئي سگهي ٿي. پر اها فوجي نقطه نظر کان جنگي سامان ڍوئڻ ۽ خلا ۾ فوجي تجربن لاءِ نهايت ڪارگر آهي. انهيءَ مقصد لاءِ آمريڪي فوجي اداري پينٽاگان ڪروز ميزائل خلا ۾ نيڻ لاءِ ناسا کان شٽل جي ڏهين اڏام مخصوص ڪرائي هئي، پر بعد ۾ ڪجهه فني سببن جي ڪري انهيءَ اڏام جي ٽڪنگ رد ڪئي ويئي.

خلائي سائنس جي ترقي سان هڪ پاسي ڪيترائي فطرت جا ڳجهه ظاهر ٿي انسان کي ڪائنات جي راز ڄاڻ پردو کڻڻ لاءِ اڳتي وڌي وڃي رهيا آهن، ته ٻئي پاسي تاريخ جون منفي قوتون انهيءَ ڄاڻ کي انسانذات جي تباهيءَ لاءِ استعمال ڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهيون پر اهو فطري قانون آهي ته تاريخ جو ڦيٿو پوئتي ڌڪيندڙ قوتون پاڻ سري خارج ٿي فقط تاريخ جي ورقن تي باقي رهجي وينديون آهن.



# سمنڊ جي تري جو سائنسي اڀياس

رفيق اڀنهور

گهڻو ڪري انسان کي سامونڊي ڪنارو ڏسڻ جو موقعو ضرور مليو هوندو. جيئن جيئن اسين ڪناري کان هيٺ اونهائي ڏانهن وينداسين سمنڊ وڌيڪ اونهون ٿيندو ويندو ۽ ائين محسوس ٿيندو ته جڻ اسين سلسليوار سنهائي ڏانهن وڃي رهيا آهيون ۽ هڪ حد اهڙي ايندي جو اها سنهائي ختم ٿي ويندي ۽ هڪ ساريڪي فرش جهڙو سنڌو شروع ٿي ويندو خشڪي کان وٺي اها حد جتان هڪ ساريڪو فرش شروع ٿيندو آهي. انهي کي ڪانٽينينٽل مارجن چيو آهي ۽ انهي کان پوءِ هڪ ساريڪو فرش شروع ٿيندو آهي جنهن کي ”اوشين بيسن“ چيو آهي.

سڀني جيالاجي وارن کي گهڻو ڪري ”ڪانٽي نينٽل مارجن سان گهڻي دلچسپي هوندي آهي ڇو ته گهڻو ڪري اهو معدني وسيلن سان ڀرپور هوندو آهي.

## ڪانٽي نينٽل شيلف:

هي ڪناري يا سمنڊ جو اهو ڀاڱو آهي جيڪو خشڪي کان سمنڊ ڏانهن ويندو آهي عام طور گهڻو ڪري هموار هوندو آهي ۽ انهي جي لاهي جيئن پوءِ تيئن وڌندي ويندي آهي انهي جي ڏيکائي جدا جدا حالتن ۾ مختلف هوندي آهي ۽ عام طرح اهو تقريباً ٦٥ ڪلوميٽر ڊگهو هوندو آهي ۽ انهي جي ڪنڊ ٧ فٽ کان مٿي نه هوندي آهي هي شيلف خاص ڪري هموار ٿيندا آهن.

اهي درياءَ جيڪي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندا آهن انهي حصي ۾ پنهنجو ڇڙ ڇڏيندا آهن جيڪو خاص حالتن جي ڪري مخصوص تبديليون اختيار ڪري تيل گئس ۽ ٻين معدنياتي شڪلن ۾ بدلبو آهي جتي دريا ۽ سمنڊ ملندا آهن اتي شيلف وڌي ويندو آهي. عام طرح سڀيون، ڪانگٽ ۽ توانائي جا ٻيا وسيلا انهي ڀاڱي ۾ ملن ٿا.

## ڪانٽي نينٽل سلوپ:

ڀرين بيان ڪيل حصي جي لاهي هڪ خاص حد تائين سلسليوار وڌندي آهي انهي کان پوءِ اها لاهي هڪدم تمام گهڻي وڌي ويندي آهي انهي لاهي کي ڪانٽي نينٽل سلوپ چيو آهي هتي ڪنڊ هڪدم ڇهن درجن جي ٿي ويندي آهي. گهڻو ڪري وڌيڪ ڊگهو نه هوندو آهي.

## ڪانٽينينٽل رائيز:

گهڻي ظاهري ڏيکي لاهي اڳتي هلي تمام گهٽ ٿي ويندي آهي ۽ اتي ڪنهن قدر هڪ ساريڪي ٿي ويندي آهي. انهي گهٽ هڪ ساريڪي حصي کي ڪانٽينينٽل رائيز چيو آهي انهي جي ڪنڊ ڇهن درجن کان گهٽ ٿي اڌ درجا ٿي ويندي آهي، انهي جي ويڪر ١٠٠ کان هڪ هزار ڪلوميٽر ٿي ويندي آهي. انهي سان هي ڳالهه واضح ٿي ته مٿي بيان ڪيل ٽئي قسم ملي جيڪا حد ٺاهين ٿا انهي کان ڪانٽي نينٽل مارجن،

گهڻو سنڌو سنئون سامونڊي فرش شروع ٿئي ٿو. انهي ڀاڱي کي تمام سنڌي سنئين زمين چئي سگهجي ٿو. ڪٿي ڪٿي جاگرافي جي ڦير گهير جي ڪري اتي ننڍا ننڍا چهنب دار جبل به ٺهي پوندا آهن انهن جي اوچائي جدا جدا هوندي آهي پر عام طرح ٻيهن سٺن کان هڪ هزار ميٽر اوچا هوندا آهن انهن جبلن جي ٺهڻ جو سبب دريائن جي پاڻي سان گڏ آندل لٽ هوندي آهي جيڪي سنڌي فرش تي گڏ ٿي جبل جي شڪل وٺندا آهن سمنڊ جو تهه به عجيب هوندو آهي. عجب جهڙي ڳالهه ته منجهس اونهايون ۽ خندقون آهن. اهي اونهايون گهڻو ڪري سڀني سمنڊن ۾ آهن پر پئسفڪ سمنڊ ۾ اهي سڀ کان گهڻيون آهن ۽ جملي جو ٽيهه سيڪڙو پئسفڪ سمنڊ ۾ آهن، انهي جو سبب پئسفڪ سمنڊ ۾ گهڻا زلزلا ٿي سگهن ٿا. سڀ کان اونهي سامونڊي کڏ جو نالو ميرياناز آهي. هي ١١٥٢٢ ڪلوميٽر اونهي آهي ۽ منجهس اونهائي ۾ مائونٽ ايوريسٽ به گم ٿي سگهي ٿي. هندي سمنڊ جي مشهور اونهي کڏ کي ”جاوا صندوق“ چون ٿا.

سمنڊ ۾ مخصوص قسم جا پهاڙ به موجود آهن، پر هڪڙا عام پهاڙ آهن جيڪي مٿان چهنبدار آهن، پر هڪ ٻيو قسم جيڪو مٿان بلڪل برابر هوندو آهي تنهن کي ”گويان“ چئجي ٿو جيڪو آمريڪي سائنسدان جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. هي جبل به ڀريون چهنبدار هئا پر سمنڊ جي تيز ڇولين انهن کي لڪين سان اڳي نوڙي آهستي آهستي سنڌو سنئون ڪري ڇڏيو ۽ هاڻ اهي سنوان ٿي پيا آهن. ٻئي قسم جا پهاڙ CORAL REEF

ڇڏيا آهن. سمنڊ جي اندرئين تهه جي جيالاجي مطابق انهن کي ٽن بنيادي ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو CORE جي معنيٰ جبل ۽ REEF جي معنيٰ حياتياتي جزا آهي. اسان وٽ Coral reef ڪيپ سانونٽيز بيلجي وغيره تي ملن ٿا ۽ ڳاڙل پاڻي تي صاف ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪن، خاص حالتن ۾ خاص هنڌن تي هوندا آهن جتي اهي جيتامڙنهجي سگهن ۽ اتي جو گرمي درجو گهٽ ۾ گهٽ ويهه درجا سينٽي گريڊ هجي ان سان گڏ پاڻي جي گردش اهڙي هجي جو انهي سان انهن جيتامڙن کي خوراڪ ملي سگهي.

سامونڊي ڪنڌا: هي ڪنڌا اهڙن هنڌن تي هوندا آهن جتي دريا سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندا آهن. ڇاڪاڻ ته اتي پاڻي جو وهڪرو تمام تيز هوندو آهي جيڪو ڪناري کي چيريندو هليو ويندو آهي هڪ قسم جي شڪل ڏاهيندو ويندو آهي جيڪڏهن وهڪرو تيز هوندو ته ان جي ڊگهائي وڌندي ويندي آهي ۽ اونهائي به وڌيڪ ٿيندي آهي. انهي اونهي کڏ جو پاڻي بر سڪون ۽ ماٺو هوندو آهي ۽ موجن جي لوڏن کان محفوظ رهندو آهي ڪيليفورنيا وٽ هڪ مشهور کڏو آهي.

ڪراچي کان اٽڪل هڪ هڪ سو ميل پري سنڌو دريا ڊيلٽا ڏاهي ٿو اتي سمنڊ ۾ ڪري ٿو اتي هڪ مشهور Conyon سمنڊ ۾ آهي ان جي ڊيگهه اٽڪل ٧٠ ميل ۽ اونهائي ساڍا ٽي هزار فٽ آهي انهي جو تهه گهٽو ڪري هموار ۽ هڪ ميل ويڪرو آهي.

## مڊ اوشينڪ ريجيڊ

هي هڪ تمام حيران ڪندڙ شي ۽ سمنڊ ۾ اندر اهو جابلو سلسلو آهي جيڪو سڀني سمنڊن جي وچ ۾ آهي انهي جابلو سلسلي جي ڊيگهه چاليهه هزار ميل ٿئي ٿي ان ۾ سڀ کان مشهور ۽ جابلو سلسلو "مڊ انٽلانٽڪ ريجيڊ" آهي جنهن جي ڊگهائي ڇهه هزار ميل ۽ سراسري اونهائي ١٥ هزار فوٽ آهي جيڪا ڪٿي وڌ ڪٿي گهٽ آهي ۽ ائين سطح سمنڊ تائين اچي وڃي ٿو.



# ٻن پين وارا ماڻهو

علي مرتضيٰ
ڊا/ سعيد

زمبيزي جي وادين ۾ هڪڙي اهڙي قوم آباد آهي جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته اها اٺين سون سالن کان وڏي ڏاڪو کيو ويٺي آهي. هنن لاءِ اتان جا پيا ماڻهو ٻڌائيندا آهن ته هي ماڻهو هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏانهن ڊڪندا آهن ته ساڳئي تائين رسڻ لاءِ اک ڇنڀ جيترو وقت لڳندو اٿن. وڻن تي چڙهڻ ۾ کين ڪي ڪوڙيون مس لڳنديون آهن. اهڙن ماڻهن کي "شترج پهل" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي ۽ هي ماڻهو عجب ۾ وجهڻ جهڙا ڪم به ڪري سگهندا آهن. جنهن ڳالهه کين دنيا جي باقي لوڪن کان نرالو بڻايو آهي ۽ کين "آشترج پهل" سڏيو وڃي ٿو انهيءَ جو سبب هي آهي ته کين هر هڪ پير ۾ هڪ پير جي بدران ٻه پير آهن ۽ اهي به جنبوريءَ جيان ورڻل. اهڙن پيرن ۾ کين عام ماڻهن جيان آڱريون به نه ڏين.

جيستائين ڪنهن ماهر يا سائنسدان انهيءَ قبيلي کي نه جاچيو ۽ ڏٺو هيو تيستائين سندن بابت اهڙيون ڳالهيون عام هلنديون هيون. ١٩٧٠ع ۾ سائوٿ آفريڪا جي ماهرن جي هڪ ٽوليءَ اهڙن ماڻهن کي ڳولي هٿ ڪيو ۽ مشاهدي مان اهو ظاهر ٿيو ته برابر سندن پيرن ۾ رڳو ٻه پير ۽ هر پير جنبوريءَ جيان ورڻل آهي. پر تڏهن به هو زندگي جي باقي ڪمن ڪارين ڪرڻ ۾ ائين نه آهن جيئن اڳ ۾ بيان ڪيو ويندو هو. هو ٻين ٻه هوندي به عام ماڻهن وانگي ڪهندا آهن. جڏهن ته سندن لاءِ ڊوڙڻ ۽ وڻن تي چڙهڻ هڪ ڏکيو ڪم آهي.

انهي قبيلي کي "ڊوما" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي ۽ هي اڻين صدي ۾ موزمبيق جي وان ڀاني قبيلي مان نڪتو هو. جن کي پورچوگيزن ڀڄائي ڪڍيو هو. اڄ ڪلهه ڊيوما قبيلو رولاڪ ۽ سيلاني آهي ۽ قبيلي ۾ رڳو ڇئن سون کان ڇهن سون تائين ماڻهو وڃي رهيا آهن. جيڪا هڪ انتظار واري ڳالهه سمجهي وڃي ٿي.

هي ننڍين ننڍين جانورن کي قاسائي ڪائيندا آهن، جهنگلي ماکين جي ماکي کائڻ جا شوقين آهن ۽ ورلي ٻوڪ به ڪندا آهن. هن قبيلي بابت هڪ ماهر جو چوڻ آهي ته سماجي لحاظ کان هنن جي اسان کي بلڪل ٿورڙي ڄاڻ آهي ۽ هن قبيلي جا ٢٥ سيڪڙو ماڻهو هڪ موروثي مرض ۾ مبتلا آهن ۽ اهو آهي جنهن کي Bidactyl يا Lobsterclaw به چيو ويندو آهي، يعني ته ٻن پين وارا. يونسوانا کان پنج سئو ميل پري نڪرڻ ۾ اهڙو هڪڙو ٻيو به ننڍڙو قبيلو رهندڙ آهي جنهن جي ماڻهن ۾ به ساڳيون ڳالهيون آهن. يعني ته انهن مان ڪن کي ٻه ته ڪن کي پنج پير آهن.

جوهانسبرگ جي ماهرن جو چوڻ آهي ته ٻن ڪيترين نسلي پيدا ٿيندڙ موروثي ڳالهين جيان جيڪي آڱرين ۽ پيرن تي اثر انداز ٿين ٿيون تيئن هي به هڪڙي اهڙي ئي ورثي ۾ ملندڙ بيماري آهي. هن قبيلي مان هڪ خاص ڳالهه رکو هي آهي ته منجهن هي بيماري گهڻي غالب آهي ۽ هي هڪڙو اهڙو قبيلو آهي جيڪو باقي دنيا کان ڪٽيل آهي ۽ پاڻ ۾ جيئن ته مٽي مائٽي جهجهي اٿن تنهن ڪري هو اهڙو موروثي مرض هڪ ٻئي ۾ منتقل ڪندا رهن ٿا.

انهيءَ مرض جي رهڻ جو هڪڙو سبب هي به ٿي سگهي ٿو ته جڏهن اهڙيون موروثي اڻڳائيون، ڪنهن ماحول ۾ رهندڙ ماڻهن لاءِ، انهيءَ حالت مطابق وڌيڪ موزون ۽ ڪارائتيون ثابت ٿينديون آهن ته رهنديون اينديون آهن جو انين ٿي انسان ذات ارتقا به ڪندي آئي آهي.



آميريڪا ۾ هٿيارن خلاف
هلندڙ تحريڪ جو هڪ مونوگرام

# سوچ ۽ لوچ

محمد الياس ابڙو

فقط استاد جي حڪم جي دير هئي.

”جلدي ڪريو ملڪ جو نقشو ڏاهيو“ استاد حڪم ڪري چڪو هو.

سڀني ٻارڙن، پنهنجو پنهنجو ڪاغذ ۽ پينسل ننڍڙن ننڍڙن هٿڙن ۾ سنڀاليا. تڏهن هن به پنهنجي هٿڙن ۾ ڪاغذ ۽ پينسل کڻي، ٻهريان سڌو، ۽ ٻوڙ پاسيرو ڪري ڪاغذ رکي نقشي لاءِ گراف ڏاهيو. چورس جي ننڍين ننڍين نڪرن ۾، جهڙي شطرنج جي ڪابي! گراف ڏاهيندي ڏکڻ پاسي گهوري ڏٺائين جتي اڳ پڻ گراف جي ضرورت پوندي هئي ... ۽ هن وقت صرف سندس ملڪ جو نقشو ڏاهڻو هو.

سنجهي ٿيو. ڪٽان ڪان شروع ڪري. ڪشميرستان ۾ گهريل سرحد، پنجاب، بلوچستان پٻ جبل، حب نديءَ جا پاسا يا سڄيءَ سنڌ ڪان، جنهن ۾ جنم ورتو هئائين. سنڌ جي نقشي واري حصي تي نظر کپائي ڇڏيائين.

گهري سوچ ۽ پڏتر ۾ گم!؟؟؟

سنڌ، سرسبز ۽ شاداب جنهن لاءِ شاهه لطيف چيو آهي ته:

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين

شاهه لطيف جي دنيا، هڪ وڏو عالم، ملڪ جي نقشي ۾ هيٺ ڪنڊ ۾ پيڙو هو. ڇانو ڪيو پنهنجي ڌرتيءَ تي رهندڙن مٿان!

سوچ وڏي لوچ پنهنجي وري سوچ ۾ پئجي ويئي، پينسل ليڪا پائڻ لڳي.

هيٺ صفا هيٺ عربي سمنڊ جي ڪناري کان شروع ڪيائين.

ڪراچيءَ جي ليڪ تي ڪيس ماڙس جي ٻڌايل سورڙي ۽ ماڻگر مڇ جي ڳالهه ياد اچي ويئي هئي.

”ڪيڏي نه دليري هئي سورڙي ۾، ماڻگر مڇ جي منهن ۾ ڌوڪجي ويو هو.“

ليڪ وڏي مڪران جا پاسا ورتا پٻ جبل، حب ندي، سسئي جا سور ۽ پنڌ ياد پيس. اهڙا آکاڻي ڪيس پڻس ٻڌائي هئي ته ڪيئن نه سسئي ڏونگر لتاڙيا هئا پنهن جي پنهل لاءِ، عورت جو عزم. شاهه جو سر سسئي.

ننڍڙن هٿن ۾ پينسل پنهنجو ڪم ڪري رهي هئي. جڏهن ٺٽي جي ڪيٽي بندر جو ليڪو پاتائين ته ٺٽي جي عظمت سامهون ڏسڻ ۾ آيس.

سورهيائي، دليري، شجاعت، غيرت، عزت، سمن ۽ سومرن جو دور، دودي جو علاؤالدين سان مقابلو. چنيسر جي غداري!

”سون ڀڪ سچاتا پنهنجا هئا ڌارين سان گڏ ڌاڙي ۾“

هيڏي وڏي سنڌ؟ نقشي تي سرسري نظر.

۽ ... ۽ سندس هٿن ۾ ڪجهه به نه؟؟؟

ڪڇ جي رڻ جا پاسا، ڪنجي ڪوٽ، چنب، ڪارڙي واريءَ جون ڀٽون.

مارئي جي حب، عمر جي ڏاڍ سڙسي، شاهه جي سٽ، ”واجهائي وطن کي جي آءٌ هت سهاس.“

سندس ننڍين هٿن ۾ پينسل ڏڪڻ لڳي، ذهن تي وڏو بوجهه محسوس ڏيس، ايتري سوچڻ جي سندس ننڍڙي ذهن ۾ طاقت ڪانه هئي. هٿن مان پينسل ڇڏائجي پٽ تي اچي پئي ۽ مٿو ڊيسڪ سان اچي لڳو، ڪيس ڪرندو ڏسي استاد ڊوڙندو آيو، سڀ ٻار مڙي ويا، ڪاغذ تي ڏٺائون:

سواءِ سنڌ جي نقشي جي ٻيو ڪجهه به نه هو!



آفاق حسين، مشتاق حسين ۽ علي حسين چنا. سکر




چانڊوڪي رات هئي، چنڊ جي سنڌر روشنيءَ ۾ ڪائنات جي هر شيءِ خوبصورت نظر اچي رهي هئي. جهنگلن جي اونداهي چانڊوڪيءَ سبب مات ٿي وئي هئي. آر جو آواز، ٿڌين هوائن سبب ٻنن جا سرڙاٽ هڪ خوف بدران دل کي سرور بخشي رهيا هئا. تن من جون تندون تنبوري جيان جوش ۾ اچي ٿي ويون. وقت تيز وهڪري وانگر گذري رهيو هو جنهن ۾ ڪنهن جا پير مشڪل سان ٿي ٽڪيا. چنڊ ۽ تارا روز پنهنجي معمول مطابق اڀري ۽ لهي ٿي ويا. پر هن جهان ٿي غربت، مفلسي ۽ طبقاتي ڏڏ جا چانيل ڪارا ڪڪر مشڪل ٿي اٿا. چنڊ جي چانڊوڪيءَ ۾ محو خيالن جي دنيا ۾ سير ڪندي اوچتو ربو چرڪ ڀري اٿيو. آسمان تي ڪارا ڪارا ڪڪر ڇانئجي رهيا هئا. جلدئي چنڊ انهن شرارتي ڪڪرن جي اوٽ ۾ ڇپي ويو. ان انڌاري رات جو ڪوبه سايو چرپر ڪندي نظر نٿي آيو.

خاموشيءَ جو راڄ. سانت ۽ جي آواز ۾ ڌرتيءَ جي مڌم چال چڻ ڪم ٿي وئي هئي. اوچتو ئي اوچتو چڻ آسمان ڦاٽي پيو. گوڙ جي ڪڙڪاٽ ۾ ڪنوڻ تڙپي رهي هئي. ڏيري ڏيري سندس ذهن تي اڄوڪو واقعو ڇانئجڻ لڳو.

ربو - هڪ ڏتڙيل، غريب، يتيم، ايوس، پسڙهيل طبقي سان تعلق رکندڙ ٻين جي نظرن ۾ ڪهٽ، پالي شاهيءَ جو اولاد، شهر جي صفائي ڪندڙ، ماڻهن جي صحت جو راکو، ماڻهن کي صاف رکي پنهنجي برادري جي نالي تي داغ قبوليندڙ، صاٻوءَ جو پٽ.

ڪيس ننڍڙن ۽ پتڪڙن ٻارن کي هٿ ۾ ڏبلها ڏسي ڪيڏي ڀنگي - ربو ڀنگي ڪري چيڙائڻ لڳو. ڪي ته مٿس چٿرون ڪرڻ لڳا ته ڀنگي به هاڻي پڙهڻ آيو آهي. ڪلاس ۾ ڪيس ڪوبه پنهنجي ڀرسان ويهارڻ لاءِ تيار نه هو. سڄو ڏينهن اسڪول جي ڪنڊ ۾ ويٺو رهيو. خاموش، حسرت ڀريل نگاهن سان هر ڪنهن



کي ڏسندو رهيو. پر ڪنهن به سندس مٿان ٻاجهه جي نظر نه ڪئي. استاد به ڪيس سبق نه ڏنو. سندس دل ۽ دماغ ۾ اسڪول کان ڀڄڻ جا ڪئين خيال آيا. موڪل ملڻ تي، هو سهڪندو - سهڪندو گهر پهتو. "بابا - بابا سڀ سان ڪوبه پڙهندس. سان - م - سان ڀنگي آهيان نه." انين چئي سندس اکين سان ڳوڙهن جون ڪئين بوندون، ڳلن تان ترڪنديون پيرسن جي ڇاتيءَ ۾ جذب ٿي ويون.

نه تمنا ٿيندي هئي ته هو ڪنڊ جو ڊپو ڇڏي انهن سان گڏ ٿيلهو ڪلهي ۾ وجهي اسڪول پڙهڻ وڃي. هن ڪيترائي دفعا پڻس کي چيو. "پٽ اسان پاليشاهي آهيون نه - اسان ته ماڻهن جي صفائي ٿا ڪريون سي وري اسان کي تعليم حاصل ڪرڻ ڪيئن ڏيندا." پڻس کيس سمجهائيندو هو. پر هن جو ننڍڙو ذهن انهن ڳالهين سمجهڻ کان وڏو هو. هو سوچڻ لڳو ته هي به مسلمان ۽ اسين به مسلمان - پوءِ هي فرق ڇا جو؟

آخر سندس ڪوڪن، دانهن رنگ لاتو. ۽ پڻس کيس اچي اسڪول ۾ داخل ڪرائي آيو. اڄ صبح سندس دل خوشين جي ساگر ۾ ترڻ لڳي. هو خوشيءَ خوشيءَ ۾ ان ساگر جي ڪناري، واريءَ جا گهرڙا ۽ تاج محل اڏي اسڪول ۾ داخل ٿيو. پر هڪ ئي لهر - سندس واري جي محلاتن، اسيدن کي ٻوڙي ڇڏيو. ان لهر جي هڪ ئي اٿل سندس ننڍڙي ذهن تي ڪئين اثر ڇڏيا، جن جا داغ اڃا تائين سندس ذهن تي نقل هئا.

اسڪول ۾ ڪيس هرڪو ربو



# بهادر يار

زاهد علي سومرو

اسلم ماءُ ۽ پيءُ جو اڪيلو پٽ هو. هڪ سٺو ڇوڪر هئڻ سان گڏ ضدي به هو. هو پنهنجي ماءُ، پيءُ سان گڏ هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ رهندو هو جيڪو پهاڙن جي ويجهو هو. هن جو پيءُ ڪڙمي هو. سياري جي موسم ۾ هن جو پيءُ ڳوٺ جي ويجهو واري شهر ۾ مزدوري ڪندو.

ڳوٺ جا رهاڪو سخت محنتي هئا، پر هن ڳوٺ ۾ وقت بوقت ڌاڙيل ايندا هئا ۽ ڳوٺاڻن جو سڀ ڪجهه کڻي ويندا هئا. ڌاڙيلن کي بندوقون ۽ پستول هئا، انهيءَ ڪري ڳوٺاڻا ڪجهه به ڪري نه سگهندا هئا.

هڪ رات ڌاڙيلن اسلم جي گهر ۾ ڌاڙو هنيو ۽ گهر ۾ جيڪي ڪجهه هيو کڻي ويا. اسلم جي پيءُ اهي شيون سڄي سال جي سخت محنت ڪان پوءِ ورتيون هيون. اسلم به ڪوڙ تي ننڊ مان اٿيو ۽ ڌاڙيلن کي ڏسي پڪو پهه ڪيائين ته "جڏهن مان وڏو ۽ طاقتور ٿيندس، ته انهن ڌاڙيلن مان ضرور وڙهندس."

انهيءَ ڳالهه کي ڪجهه سال گذري ويا.

هڪ ڏينهن اسلم پنهنجي پيءُ سان گڏ شهر وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. شهر وڃڻ لاءِ ڳوٺاڻن کي جهنگ مان لنگهڻو پوندو هو. اسلم جي پيءُ جهنگ ۾ هڪ ڪريل وڻ ڏٺو ۽ سوچيو ته ڪجهه ڪاٺيون شهر ۾ وڪڻڻ لاءِ کڻڻ گهرجن. اسلم پنهنجي پيءُ ڏي ڏٺو ۽ هيڏي هوڏي ننڍين ٽڪرين تي چڙهڻ لڳو. هي هڪ ٽڪريءَ تي چڙهيو جيڪا جهنگل جي طرف هئي. جڏهن اسلم ٽڪريءَ تي چڙهيو ته هن جي ڪن تي ڪجهه آواز پيا. هن کي خبر هئي ته سندس ڳوٺ جا ماڻهو سياري ۾ جهنگ ۾ ڪم ڪونه ڪندا آهن. هن سوچيو، "اهي ڪير ٿي سگهن ٿا." هي ڪجهه مٿي چڙهيو ۽ هاڻي هي انهن ماڻهن کي ڏسي سگهيو ٿي جن جا آواز هن ٻڌا. اهي ماڻهو هڪ وڏي پٿر تي ويٺا هئا ۽ انهن جي پر ۾ بندوقون ۽ پستول پيا هئا. اهي ڌاڙيل هئا جن ڳوٺاڻن جي زندگي حرام ڪري ڇڏي هئي. پهريائين اسلم ڪجهه ڊنو پر پوءِ جلد ئي همت ڪيائين ۽ سوچيائين ته "مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي، مان ڊڄڻو نه آهيان، مون کي ڪو طريقو ڳولڻ گهرجي، جيئن هنن ظالم ڌاڙيلن کان خدا بچي. پر مونکي ڇا ڪرڻ گهرجي" هن وري سوچيو.

اوچتو هڪ خيال هن جي ذهن ۾ آيو. هن ڌاڙيلن ڏي وڌڻ شروع ڪيو. اڳتي وڌڻ ڪانپوءِ هي ساڄي پاسي هڪ ٽڪري تي چڙهڻ لڳو، اهو هڪ ڏکيو ڪم هو ڇو ته سياري جي موسم هئي ۽ ٽڪري سڄي برف سان ويڙهي پئي هئي. ٻه ٽي دفعا هي ترڪيو پر تڏهن به هن دل نه لاٿي. ٿوري دير ڪان پوءِ هي ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي پهچي ويو. هن هيٺ ڏٺو ڌاڙيلن کي جيڪي بلڪل هيٺان ويٺا هئا ٽڪري جي. پوءِ هن هڪ تمام وڏي پٿر کي پنهنجي پوري طاقت سان ڌڪيو. پٿر پوري تيزيءَ سان هيٺ وڃي رهيو هو. هن جي تيزيءَ سبب پيا به ڪيترائي ننڍا وڏا پٿر هيٺ وڃي رهيا هئا. ڪي پٿر انهن جي مٿي ۾ لڳا ۽ ڪي جسم جي عضون کي لڳا. انهيءَ سبب سڀ ڌاڙيل مري ويا. اوچتو اسلم پنهنجو توازن برقرار نه رکي سگهيو ۽ برف تان هيٺ اچي ڪريو. اسلم جي پيءُ پٽ جي رڙ ٻڌي ۽ هڪ ٽڪريءَ تان ڏٺو ته اسلم ۽ ڌاڙيل هيٺ پيا آهن. اسلم جو پيءُ جلدي جلدي هيٺ لٿو ۽ اسلم جي پرسان وڃي ويٺو.

اسلم پيءُ کي ڏسي وات کوليو ۽ جهيڻي آواز ۾ چيو "ڏس بابا مون ڌاڙيلن کي ماريو آهي. بابا...... بابا اسان کي چنجاڻ ته مون پنهنجو وعدو پورو ڪيو". اسلم جو آواز بند ٿي ويو. اسلم جو پيءُ ٻه ٽي منٽ اتي ويهي سوچيندو رهيو ته هاڻي ڇا ڪري. آخر پٽ کي ٻانهن تي کڻي شهر ڏانهن ٽڪڙا ٽڪڙا قدم کڻڻ لڳو.

شهر ۾ سرڪار جي خرچ سان هن جو علاج ٿيو. مهيني کن ۾ هي بلڪل تندرست ٿي ويو.

اسلم جڏهن ڳوٺ واپس موٽيو ته ڳوٺاڻن سندس آڌرڀاءُ ڪيو ۽ گلن جا هار پارايا.



منير حسين سومرو - جوهي

# جشن لطيف

رپورٽ: محمد بخش ڏاهري

پارن ۾ ادبي ۽ شعوري تعليمي چاھ پيدا ڪرڻ لاءِ ”لطيف سنگت“ طرفان پارڙن لاءِ وقت بہ وقت مختلف پروگرام ڏيندا رهيا آهن، اپريل جي پهرئين هفتي ۾ ”لطيف سنگت شاخ هوت خان پهراڻي“ لڳ ڀڳ سوري طرفان جشن لطيف ملهائڻ جو پروگرام رٿيو ويو. ١٨- اپريل تي شام ويل پري پري کان ڪهي ايندڙن جا قافلا جشن لطيف هوت خان پهراڻي ۾ اچڻ لڳا، اها بهشت جي شام سان هڪ شام هئي. ڪڪرن جي ورڪائن، بهار جي ٿڌڙين هوائن، پهراڙي جي پرڪشش ماحول فضا ۾ عجيب هلچل مچائي ڇڏي هئي. ”لطيف سنگت“ طرفان پليڪار جا لڳايل بينر آيلن جو آدر ڀاءُ ڪري رهيا هئا. پروگرام ڏسڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ تقريبا ڇهہ هزار ماڻهو گڏ ٿي ويا هئا. پروگرام شام ويلي شروع ٿيو. هن جشن جو صدر پليڏنو خان مري ۽ مهمان خاص ”لطيف سنگت جو مرڪزي چيف سيڪريٽري امير حمزو انڙ هئا. اسٽيج سيڪريٽري جا فرائض ادريس جتوئي نڀايا. پهريائين لطيف سنگت هوت خان پهراڻي جي صدر علي محمد پهراڻي آجياڻي تقرير ڪندي چيو تہ اسين اڄ پهراڙي جي هڪ ڳوٺ ۾ ايترن آيل سامعين کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا آهيون. هونئن حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هميشه حق ۽ صداقت جو نعرو هنيو. هو ڏاڍ جي اڳيان ڪڏهن بہ نہ جهڪيو. هن هميشه سچ جي پرچار ڪئي. پر افسوس ان ڳالهہ جو آهي تہ اهڙي دنيا جي عظيم شاعر جي ورسي تي عام موڪل ڪانہ ڏني ڪئي وڃي. هن اميد ظاهر ڪئي تہ سنڌ حڪومت ان ڏس ۾ ضرور شاهہ جي ورسي تي موڪل ڪرائيندي.

ان کان پوءِ مير خان پهراڻي شاهہ سائين تي مقالو پڙهندي چيو تہ شاهہ سائين سنڌ تہ ڇا، پر دنيا جو عظيم شاعر آهي. اهائي شاهہ جي پيغام جي ڪشش آهي، جنهن ڪري هن جشن ۾ شاهہ جو پيغام ٻڌڻ لاءِ هيترا سارا ماڻهو گڏ ٿيا آهن. شاهہ اسان جي نس نس ۾ سمايل آهي. شاهہ جي ڏنل درس سان اسان نوان راز ۽ نيون رمزون سمجهي سگهون ٿا.

ان کان پوءِ ولي محمد تقرير ڪندي چيو تہ شاهہ سائين ظلم خلاف جدوجهد ڪئي. شاهہ سائين ظالم انسان وڏيرن ۽ ان جي خدائي کان بغاوت ڪرڻ جو ڏس ڏنو.

ان کان پوءِ اسٽيج سيڪريٽري پنڊال ۾ ويٺل کان هيٺيان مطالبا منظور ڪرايا.

(١) شاهہ سائين عبداللطيف ڀٽائي جي عرس جي موقعي تي عام موڪل ڪئي وڃي.

(٢) سنڌي ٻارن کي بين الاقوامي ميلي ۾ نمائندگي ڏني وڃي.

(٣) ٽي- وي ۽ ريڊيو تي سنڌي پروگرامن جو وقت وڌايو وڃي

٤- سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ وفاق ڏانهن منتقل نہ ڪيو وڃي.

٥- پورهيتن جي پٽن کي سنڌ [illegible] سان اسڪالرشپون ڏنيون وڃن.

ان کان پوءِ عباس، شهبيگ، اڪبر، غلام رسول ۽ پين ڪوشش اديبن شاهہ سائين جي فڪر تي مقالا پڙهيا. صدارتي تقرير ڪندي پليڏنو مري چيو، جشن لطيف جي اهڙي ڪاميابي تي آءٌ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. هونئن زنده قومون پنهنجن بزرگن جون ورسيون شان ۽ مان سان ملهائينديون آهن، شاهہ سائين دنيا جو عظيم رهبر آهي جنهن کي پين ملڪن ۾ تسليم ڪيو ويو وڃي. اهو شاهہ جي پيغام جو اثر آهي.

ان کان پوءِ جشن جو پهو آئٽم ڊرامو ”جاهل“ پيش ڪيو ويو. جنهن کي عوام ڏاڍو پسند ڪيو. آخر ۾ راڳ رهاڻ جي محفل ٿي، رات وهامي چڪي هئي، ڪئين ڪر مروڙيا هئا، راڳ ۾ ماڻهو مست رهيا. ڪيتري دير راڳ رهاڻ جي اها محفل جاري هئي. لطيف سنگت طرفان اهڙي ڪامياب جشن تي سڀني کي رشڪ ٿي رهيو هو. نيٺ لطيف سنگت پاران ڏنل هي پروگرام ۽ جشن رات جو ٿين وڳي، هو جمالي سان پورو ٿيو.

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين،



## "عجيب و غريب"

(۱) ترڪيءَ جي شهر استنبول ۾ "سينٽ آيا صوفيا" جي نالي سان هڪ چرچ آهي. ان چرچ جي هڪ ڏل ۾ ٻه سوراخ آهن. هڪ سوراخ آلو ۽ ٻيو خشڪ آهي. انهن سوراخن جي باري ۾ ترڪي ۾ مشهور آهي ته جيڪڏهن ڪو سياح اکيون بند ڪري پنهنجي آڱر سوراخ ۾ داخل ڪندو. جيڪڏهن اها آڱر آلي سوراخ ۾ پئي ته اهو سياح هڪ دفعو ٻيهر به استنبول ايندو.

... ... ...

اٽليءَ جي شهر "روم" ۾ هڪ ننڍو تلاءُ آهي. ان تلاءَ جي لاءِ "روم" ۾ مشهور آهي ته جيڪڏهن ڪو سياح ان تلاءَ ڏانهن پٺي ڪري، تلاءَ ۾ سڪو اڇلائيندو ۽ اهو سڪو جيڪڏهن تلاءَ جي هڪ خاص حصي ۾ پيو ته اهو سياح هڪ دفعو وري روم ايندو.

... ... ...

جپان ۾ داخل ٿي جيڪڏهن ڪنهن سياح جي نظر جپان جي جبل "فيوجي ياما" تي پئي ته ان سياح کي هڪ دفعو ٻيهر جپان جو سفر ڪرڻو پوندو.

موڪليندڙ: بينا، ڪراچي

"قربان" جهتيال — ٻاراڻو نظم

## "محنت ۾ عظمت"

محنت ۾ آ عظمت پيارو، محنت کي ڀانيو نعمت پيارو،
محنت ماڻهوءَ جو مان وڌائي، عزت ڏياري خوشحال بنائي،
محنت اهڙي دولت پيارو، محنت ۾ آ عظمت پيارو.
اونداهي ۾ ٿي لاٽ جرڪائي، ڪاميابي جا گيت سڻائي،
محنت ساري رحمت پيارو، محنت ۾ آ عظمت پيارو.
محنت سان ديس ٺهي ٿو، کيت پچن ۽ ويس ڍهي ٿو،
محنت مٽائي غربت پيارو، محنت ۾ آ عظمت پيارو.
جيڪو محنت کان منهن موڙي، ساري حياتي وينو لوڙي،
انصاف ڪري ٿي قدرت پيارو، محنت ۾ آ عظمت پيارو.
محنت ڪريو مقصد ماڻيو، گهر گهر ۾ خوشحالي آڻيو،
"قربان" جي هيءَ نصيحت پيارو، محنت ۾ آ عظمت پيارو.

حاجي محمد "حاڪم" ٽالپر

## غزل

### ٻار مترڪا

ٻار مترڪا منهنجا آهن، جهڙا رڪ جا ڏانا آهن،
سينا جن جا جنڊ جبل کان، ٻانهون تن جون ٻلا آهن.
مٿا دشمن سيخ سانداڻون، تن تي سٽ سٽ سٽڪا آهن،
سردي گرمي ڪانه لڳي تن، ڏکن ٽکن جا ڏاڍا آهن.
عضوا جن جا آري ڪهاڙو، ويري وٽ هو وايا آهن،
اکيون جن جون بگهڙ بڪايل، ظالم جا ڏٺ ريڊا آهن.
ٻنيڙيون تن جون ٻهڻ ٻرزا، ڪن ڏيون چيٽيون نسبا آهن،
ڪهور ڀروڻ جي ڏانگون ڪاتر، لشڪر ٻنجي نڪتا آهن.
هٿ جنهين جا قُتي هاڻا، مڪون تن جون تيشا آهن،
سند امڙ جا پٽ سدورا، هاري پورهيت، دودا آهن.
هر ڪنهن ڏنگي ظالم سان هو، جنگ لڙڻ جا جوڌا آهن،
ديس تان "حاڪم" هردم جن جا سرن جا سوڌا آهن.

## سگهڙين سٿ

انچارج: فهميده حسين



ڌرتيءَ تي بم ۽ راڪيٽ وسڻ نه ڏنا وڃن - ماءُ جي دانهن

# فيصلو

عمران ڪنول جوڻيجو

ولي محمد صبح لاڪون پنهنجي اوطاق واري ڪمري ۾ بند هو، نه ڪجهه ڪاڌو هئائين نه ڪجهه پيتو هئائين. اندر جي آنڌ مانڌ سندس چهري مان ظاهر هئي ۽ گهر ۾ سندس سوٽ اڪبر ۽ سندس گهر واري سندس انتظار ڪري رهيا هئا ڇو ته هو ولي محمد جي ننڍي ڌي سڪينه لاءِ پنهنجي پٽ انور جو رشتو کڻي آيا هئا ۽ ولي محمد سوچي جواب ڏيڻ لاءِ چيو هئن. اڄ صبح اٿڻ تي جڏهن هن جي اک کلي ته پلنگ جي سائيڊ ٽيبل تي رکيل هڪ لفافو نظر آيس. لفافو کولي خط ڪڍيائين لکيل هو "بابا سائين چاڻان ٿي ته هن گستاخي تي توهان ضرور ناراض ٿيندا پر ڇا ڪريان جو تعليم تمون ۾ سڃي ۽ خراب جو شعور پيدا ڪيو آهي. بابا سائين انور مون کان ايترو ننڍو آهي جو مون کيس ڪڇ ۾ کڻي کهمايو آهي ان سان منهنجي شادي ڪري مون تي ظلم نه ڪريو.

توهان جي ڌيءَ سڪينه

ولي محمد جو رت ٽهڪي آيو، "اسان جي خاندان ۾ ڪڏهن ڇوڪرا به پنهنجي شادي بابت نه ڳالهائي سگهندا آهن ۽ هيءَ ڇوڪري ٿي ڪري ٿي منهنجي

سامهون ٿئي! هن روايتي مرد بنجي ڪاوڙ مان سوچيو. ان مهل سامهون ٿي صفوران سندس گهر واري تي نظر پيس ته ڇرڪ ڇرڪجي ويو. صفوران کي ڏسي گذريل وقت هڪ فلم جي ريل وانگر اکين آڏو ڦري آيس پاڻ ولي محمد، پيءُ جو اڪيلو پٽ هو، سندس پيءُ ڳوٺ جو چڱو مڙس هو، ايڪڙ به ته پني هيس پر ولي محمد کي تعليم ڏيارڻ جو ڏاڍو شوق آهيس ۽ کيس شهر جي بهترين اسڪول ۾ موڪليو هئائين جنهن جي هاسٽل ۾ ٿي رهندو هو، اڃا ولي محمد مئٽرڪ مس ڪئي ته سندس شادي سندس سئوٽ صفوران سان ڪرائي وئي جيڪا کانئس پندرنهن سال وڏي هئي پر فقط گهر جي دولت گهر ۾ رهڻ لاءِ اِي جوڙ ڇڏي ڪرائي وئي ولي محمد چاهڻ جي باوجود اُن وقت آڏو انڪار نه ڪري سگهيو ۽ هاڻ گهڻي کان گهڻو وقت هاسٽل ۾ رهڻ لڳو ۽ محنت شوق سان پڙهندو رهيو ۽ انجنيئرنگ به پاس ڪري ورتائين ۽ ان وچ ۾ کيس هڪ ڌيءَ نوران ڄائي جيڪا ڳوٺ ۾ ڇوڪرين جو اسڪول نه هجڻ ڪري فقط قرآن پاڪ پڙهي گهر ۾ ويهي رهي. ولي محمد

کي صفوران سان ڪا دلچسپي نه هئڻ ڪري اولاد سان به ڪو پيار نه هو ۽ هو اعليٰ تعليم جي لاءِ ملڪ کان ٻاهر هليو ويو ۽ اتان تعليم پرائي واپس آيو ته پنهنجون زمينون سنڀالڻ لڳو جو پيءُ جي گذاري وڃڻ ڪري زمينون ڪمدارن جي رحم ۽ ڪرم تي پيون هيون. هاڻي هو ڳوٺ ۾ پنهنجي نئي گهر ۾ رهڻ لڳو هو ۽ نوران کان پوءِ کيس سڪينه ڄائي هئي ۽ الائي ڇو سڪينه کيس تمام گهڻي وڻندي هئي ۽ هن سڪينه جي تعليم جي خيال سان ڳوٺ ۾ ڇوڪرين جو اسڪول به منظور ڪرائي ورتو هو. سڪينه ڳوٺ ۾ مئٽرڪ ڪرڻ کان پوءِ گهر ويٺي انٽر به ڪئي هئي ته سندس لاءِ انور جو رشتو آيو هو ۽ ان کان اڳ سندس وڏي ڀيڻ نوران جي شادي هڪ اهڙي مائٽ سان ٿي هئي جيڪو عمر ۾ ولي محمد کان سال ٻه ڪن ننڍو هوندو پر نوران هن ظلم تي ڪڇي نه سگهي ڇو جو هن ۾ ايترو شعور نه هو پر هاڻ سڪينه پاڻ سان ٿيندڙ ظلم خلاف احتجاج ڪري ويٺي هئي. هوءَ ٻڌل هئي ۽ ٻڌ وڃڻ ڪري ۾ لڪي ويٺي هئي.

ولي محمد پنهنجي پاڻ تي ۽ صفوران تي ٿيل ظلم ياد ڪري ڇڻ ننڊ مان سجاڳ ٿي پيو. هن اهڙي رسم کي پيهر ورجائڻ نه پئي چاهيو پوءِ هن سوچي سمجهي سوٽ کي انڪار ڪري ڇڏيو ۽ سڪينه کي سيني سان لائي لاتو جو هن جي خط سندس اکيون کوليون هيون. تعليم جي روشني سڪينه کي واٽ ڏيکاري هئي جنهن تي هلندي هوءَ سچ جي اکين ۾ اکيون وجهي ڳالهائي سگهي پئي.

تاثر

# پلاند

ع - ح ابڙو

اسانجي قوم ۾ ڪي ڪافي خوبيون آهن، جيڪي ٻين قومن کان اسان کي نيارو ڪن ٿيون ۽ اسين بجا طور انهن تي فخر ڪيون ٿا. اتي ڪجهه خاميون به آهن، جن کي ختم ڪرڻ اسان جي نئين پيڙهيءَ جو فرض آهي. اڄ جي حالتن مطابق اسان کي ڏسڻو هوندو ته اسان کي جيڪي ورثي ۾ ريتون ۽ روايتون مليون آهن، صرف ساڃهه وارين ريتن تي عمل ڪريون يا سڀني تي.

ورثي ۾ مليل رسمن ۾ هڪ بڇڙي رسم پلاند آهي، جنهن کي اسان جا وڏا مڙسيءَ جو انگ چوندا آهن، جڏهن به ڪنهن خاندان جو پوڙهو مرد، هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪندو آهي ته خاص ڪري سڪرات وقت پنهنجي ڪٽنب جي ڀاتين کي ويهاري انهن کي وصيت ڪندو آهي ته ابا اسان پنهنجو وارو وڃائي وياسين، اسان جڏهن جوان هئاسين ته ڪنهن کي مجال نه هوندي هئي جو اسان سان سامهون ٿي ڳالهائي، جيڪو وقت گذاريوسين. مڙس ماڻهو ٿي گذاريوسين فلاڻي ڪينسر ڪئي ته منجهن مڙس ماريوسين. خير ابا پلاند پراڻا ناهن ٿيندا، ان ڪري مون ستي پڄاڻا، انهن جو ڪو مڙس مارجو! سنگت ۾ ڪانيارو نه ڪجو، پارو ڏيري وارو دوست ڇا چوندا. يا ٻار وارا پڳ مٽ يار ڇا چوندا ته فلاڻي جا پٽ لوسي نڪتا، خلق نه کلائجو... وغيره

انهي وصيت ۾ جيتوڻيڪ زماني جون ٻيون ڳالهيون به هونديون آهن. پر زور مڙسيءَ جي انگ تي هوندو آهي ڀلي پوءِ غلطي تي پاڻ ڇو نه هجي، وري جهيڙي جو سبب ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته جهيڙو ٻڪريءَ جو ٻنيءَ ۾ پوڻ ڪري ٿيو يا ڇوڪري جي وڙهڻ تان ٿيو. اها به وڏو زور ته گوٺين مان مٿي اکاڙو وڃڻ ڪري ٿيو. پوءِ انهي دشمنيءَ ۾ ڪيئي ڪونڌر ڪسجي ويندا، ڪيئي مڙس مارجي ويندا، اتان جو اها ويڙهاند ڪيترين ئي پيڙهين تائين پئي هلندي، ڪي مرندا ته ڪي وڃي جيل وسائيندا. اڄ به سنڌ جي جيلن جو رڪارڊ شاهد آهي ته انهن ۾ اڪثريت پلاند وٺندڙن جي آهي.

ڪاش! اهي سوچين ته انهن جي مرڻ يا جيل ۾ پوڻ سان ڪيترا گهر تباهه ۽ برباد ٿين ٿا ڪيترن مائرن جو نور نچوئجي وڃي ٿو. ڪيتريون جوان پيئرون بيوه ٿي وڃن ٿيون. ڪيتريون دليون نراس ۽ نا اميد ٿي وڃن ٿيون. ڪيترن ننڍڙن ابهم ٻارن جو جيئڻ جنجال ٿي وڃي ٿو.

وري جيڪڏهن ڪو سهوت حالتن سان مقابلو ڪري زهر جو ڍڪ پي، پنهنجي ڪاڻ نه ته پنهنجي جوان پيئرن، پوڙهي ماءُ، ننڍڙن ٻارڙن ڪاڻ جيئڻ ٿو چاهي ته اوڙي پاڙي وارا ڪيس ٽوڪين ٿا، نه فلاڻو گيدي ۽ بزدل آهي. پيءُ جو نڪ لڄايو اٿئين ها، ڙي! پيارو تو وارو زمانو! تو وارو اولاد ته مٽريو، هاءِ هاءِ!! پاڻ ڦٽائي ڇڏيائون هاڻي سوچڻو اسانجي نئين ٽهي کي آهي ته ريت نڀائجي يا نسل نابود ڪجي! حالتن سان منهن ڏجي يا ڇيڻي پورن جي چوٽ ئي لڳجي. پاڻ کي اٿين تباهه ڪجي يا اصل دشمنن سان مقابلي لاءِ اتحاد ڪجي.

انهيءَ ريت جي ڪري سڀ کان وڌيڪ متاثر اسانجون مائرون پيئرون - اسانجون نياڻيون ٿيون ٿين، ان ڪري اسانجي عورتن کي گهرجي ته ان خلاف آواز اٿارين ۽ ان ڪني رسم مان نجات ماڻين.

## ڪاش مان پکي هجان

شاهده محفوظ : کهوڙڪي

ڪاش مان پکي هجان: اڏامندي وڃان اڏامندي وڃان. بادلن جي ديس ۾: هوائن جي ويس ۾: پوپٽڙيءَ جي پنڊيءَ جيان مان اڏامندي وڃان، اڏامندي وڃان، بلندين تي. هن آڪاش ڏانهن ڌرتيءَ کان دور: ڌرتيءَ تي ٿيندڙ ظلم ۽ سور... آئون نه ڏسان آئون نه ٻڌان. اڏامندي وڃان. اڏامندي وڃان نفرتن کان دور: نار جو سور. سيني ۾ سانديي آڪاش ڏانهن وڌندي وڃان. ۽ پوءِ جڏهن. ڪسي وڃن منهنجا پر. ۽ مون ۾ پرواز جي طاقت نه رهي ته انهيءَ بلندين تان. ڌرتيءَ جي سيني اچي ڦهڪو ڪريان. پرزا پرزا ٿي منهنجو وجود منهنجي ڌرتي جي مٽيءَ ۾ گڏجي وڃي.

۽ پنهنجن پيارن جا پير اُتي چمندي رهان چمندي رهان؟

# سوال جواب

ڪن فني مجبورين سبب گذريل پن پرچن سان سوال وارڪو پن شامل ڪونه هو جنهن ڪري هن ڀيري سوال گهڻا آهن ۽ سوالن جي چٽا ڀيٽي ۾ چونڊ به ٿورن سوالن سبب مناسب نه ٿي لڳي. ان ڪري هن ڀيري انعام لاءِ چونڊ نه ڪئي وئي آهي. دوستن کي عرض آهي ته سوال وڌ ۾ وڌ معياري موڪلين ۽ اڳ پڇيل سوال ٻيهر نه پڇن.

س: زال ۽ مڙس گاڏي جا ٻه ڦيٿا آهن ٻار ڇا آهن؟

ج: ٻار انهن ڦيٿن جون تارون آهن.

* تبسم آصف حسن شهزاد ـ ميرپورخاص

س: جيڪڏهن ڪنهن کان زندگي جو ساٿي وڇڙي ويندو آهي ته ان کي زندگي زهر ڇو لڳندي آهي؟

ج: تنهنجو ته يار نالو ئي ايڏو ڏکيو آهي جو پلي دنيا ئي ڇڏي وڃي، زندگي زهر ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

* گلزار حسين جهتيال ـ سنڌ يونيورسٽي

س: دنيا جي موجوده حالتن جو ذميوار سياستدان آهي يا سائنسدان؟

ج: اصل ذميوار اهو آهي جيڪو انهن ٻنهي کي پتلين وانگر هلائي ٿو.

* غلام مصطفيٰ بلوچ ـ ڪراچي

س: هڪ صورت خط ۾ پنهنجي پٽ کي لکيو ڪراچي حيدرآباد ته پنهنجي گهر هليو آيو ان جو ڇا مطلب آهي.

ج: اهي ننڍڙيون مشڪريون چوٿين يا پنجين درجي وارن ٻارن جون آهن.

* سليم رضا عباسي ـ ميهڙ

س: اڄ ڪلهه پيرن جا پڙ محبت جو مرڪز ڇو بڻجي ويا آهن؟

ج: ٻئي هنڌ جو محبت نه ٿي ملي ته خليفن جي ذميواري وڌي نه.

* پرومل اداسي دڪاندار ـ ٽالهي

س: قيامت اچي ته پوءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ج: دڪان جو سودو سودستو ڪم ئي ڇڏڻ گهرجي.

* نظر محمد لغاري جيڪب آباد

س: اڄ ڪلهه جا نوڙا عاشق عورتن جي پيرن ۾ ڇو نهاريندا آهن؟

ج: سنجيده عاشق ڪٿي نهاريندا آهن؟

* "مسڪين" نبي بخش جلباڻي ـ دريا خان جلباڻي

س: مان ٻهراڙيءَ جي عورتن تي ٿيندڙ ڏاڍ جي خلاف آهيان، توهان؟

ج: ڳالهه ته سٺي آهي، پر ڪجهه ڪري به ڏيکاريو.

* مارو مدن لال ـ عمرڪوٽ

* ڇا اسان جا سنڌي ماڻهو لطيف سائين جي شاعري تي عمل ڪرڻ سان منزل ماڻي سگهن ٿا؟

ج: وڏي مدد ملندي.

* شهناز ميمڻ ـ هالا نوان

س: "ڏاهو ڪانگ ٻه ٽنگو ڦاسي" جو مطلب ڇا آهي؟

ج: ڏاهي مان مراد انڪلي يا حرفت باز آهي سو ڏنگيون ڪيترو وقت هلنديون.

* عبدالغفور جوڻيجو ـ سنڌڙا

س: سنڌ جي انهن عظيم هستين جا نالا ٻڌايو جن کي پورهيت طبقي سان پيار هو؟

ج: شاهه عنايت شهيد، لطيف سائين، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، قاضي فيض محمد ۽ گهڻا ٻيا به.

* پشپم لال تلريجا ـ ٽنڊو عاقل

س: سنهنجي نظر ۾ ڏک عذاب، ظلم، هلچل وغيره حياتي جي باغ کي سنواريندڙ گلاب آهن، اوهان جي ڇا راءِ آهي؟

ج: اهو روايتي قسم جو پر سڌي خارج خيال آهي. ڏک، ظلم ۽ عذاب حياتي جي باغ جا گلاب نه پر ڪنڊا آهن البت هلچل حياتي کي سنواري ٿي. ان ڳالهه ڪرڻ جو مطلب آهي ته "جيئن آهي جتي آهي" جي بنياد تي حياتي گذارجي ۽ حياتي کي سنوارجي نه، ڏک ۽ ظلم کي

سھڻ نرڳو ھڪ نسل جي ڀڄڻ ٽرانپ
چٽيي ير اھو سموري سماج سان
ناحق آھي.

* مقصودعلي سومرو - نئون ديرو

س: ھرھڪ انسان جو مقدر لکيل آھي ۽ ھو جيڪو ڪجھ ڪري ٿو اھو مقدر بڻائيندڙ، پر جيڪڏھن ڪو ماڻھو خون ٿو ڪري تہ اھو ڏوھہ انسان تي ڇو؟

ج: جيڪڏھن اوھان ان ڳالھہ کي ائين ٿا سمجھو تہ پوءِ عقل، علم، سائنس ۽ تجربن کي ڪيڏانھن ڪندا. انسان پنھنجي معاشرتي ڪرت جي مڌاين ۽ خرابين جو پاڻ ذميوار آھي. مقدر تي رکي ويھي رھڻ اسي وسيءَ جي نشاني آھي.

* ڪي جي باوچ - ڏري مير واھہ

س: سڌي جو نتيجو خراب ڇو نڪرندو آھي؟

ج: سڌي جو نتيجو خراب ڪونھي نڪرندو. ممڪن آھي اوھان جي ذاتي معيار مطابق سڌي ۽ خراب جون ڪسوٽيون اھي نہ ھجن جيڪي حقيقت ۾ ھجن ٿيون.

* ويرو مل موتي - ٽنڊوباگو

س: لغڙ ڇاجي ڪري ايجاد ڪيو ويو؟

ج: اھو ماڻھو جي اڏامڻ واري شوق جو شروعاتي حصي وارو عمل آھي.

* ڪفايت الله گھمرو - ڪراچي

س: سنڌ ۾ پاھر جي ماڻھن جي پرسار خاص ڪري ڪراچيءَ ۾، سنڌي ماڻھن کي ٿوراتي ۾ تہ نہ آڻي وجھندي؟

ج: اڏن بہ ٿي سگھي ٿو، پر ھن ھٿراڏو طريقي سان آبادي وڌائڻ جي نتيجي ۾ ڪراچيءَ ۾ بجلي، پاڻي، گئس جي ڪوٽ ۽ طبقاتي ھيٺ مٿاھين سبب جيڪي معاشرتي ڏوھہ ٿي رھيا آھن جن ۾ رشوت ڪان وڏي ڏاڙن ۽ ڦريون تائين وڃي معاملو پھتو آھي، سي مثلا سڀني کي، اھڙي پاسي وٺيو پيا وڃن جيو اڳتي اھو تماشو راڄ ڏسندا.

* شاد ڀنگوار- مھراڻ ڪاليج مورو

س: سنڌي نوجوان احساس ڪمتري جو شڪار ڇو آھي؟

ج: سنڌي نوجوان کي اھي حالتون مھيا ڪونہ ٿيون آھن، جن سان ھن جي شخصيت جي مناسب اڏاوت ٿئي. ماڻھو محرومي واري حالت ۾ رھڻ سبب پنھنجي اولاد جي پلي پالنا بہ ڪري ڪونہ ٿا سگھن. ھڪڙا ماڻھو اولاد کي پئسن ڪمائڻ جي مشين سمجھي ان لاءِ سيڙپ ڪن ٿا ۽ پيا سيڙپ ڪرڻ جي حيثيت ۾ ڪونھن. ان ڪري نوجوان کي اھا اھميت ملي ئي ڪونھي جيڪا ھن جو بنيادي حق آھي. انھن سببن ڪري سمجھندا، سنڌي نوجوان ھاڻي حوصلي ۽ سمجھہ سان ان ڏيڻ منجھان نڪرڻ جي ڪوشش ۾ آھن.

* محمد زمان ٻڙدي- سيوھڻ

س: جيڪڏھن محبوب ڇوراھي تي ملي وڃي تہ ڇا ڪرڻ گھرجي؟

ج: ڪھڙو محبوب؟ محبوب احمد، محبوب علي، محبوب خان يا محمد محبوب اڳ ۾ ڳالھہ صفا ڪري پوءِ راءِ وٺو.

* ارباب عظيم- روھڙي

س: سياست معيشت جي تابع آھي يا معيشت، سياست جي؟

ج: ان ڳالھہ کي ھينئن ڏسڻو پوندو تہ سماج جو بنيادي عمل ڪھڙو آھي ۽ مٿاڇرو ڪھڙو. پيداوار ۽ پيداواري لاڳاپا معاشري جو تاڃي پيٽو آھن، پيون سرگرميون مٿين جوڙجڪ ۾ اچن ٿيون ان ڪري نہ رڳو سياست پر گھٽو ڪجھہ معيشت جي تابع آھي.

* عبدالغفور سنڌي- ٽنگرپو ڏٺڊو ٻاگو

س: ڇا مارئي اڄ بہ عمر جي ڪوٽ ۾ قيد آھي؟ جي ھا تہ آزاد ٿي سگھندي؟

ج: مارئي، عورت جي مظلوميت جي علامت آھي، ۽ مارئي جي حالتن بدلجڻ واري ڏس ۾ اڄ الڳ پڳ حالتون ساڳيون آھن. پرسنڌي عورت جي غلامي وارو ڪو ھيڪلو معاملو ناھي. اھو سماج جي پڻ بنيادي ڳالھين سان لاڳاپيل آھي.

* مسرور حسن ميمڻ- ھالا نوان

س: اڪثر ماڻھو وڏن ماڻھن جي چمچاگيري ڇو ڪندا آھن؟

ج: وڏن ماڻھن کي پڻ وڏن ماڻھن جي چمچاگيري ڪندو ڏسي ھنن کي بہ اھا واٽ سمجھہ ۾ آئي آھي. ٽالسٽاءِ ھڪڙي ھنڌ چيو آھي تہ جاگيردار ۽ ڦورو طبقي جا ماڻھو جنھن ماحول ۾ سر ڪندا آھن تہ ھنن جي اندران نڪرندڙ ھوا، پاھر واري ھوا کي بہ خراب ڪندي آھي.

* رضي جميل احمد- ڏوڪري

س: ظالم ائين ڇو چاھيندو آھي تہ سندس دوست بہ ماڻس گڏجي پڻ تي ظلم ڪن؟

ج: ٻھرين ڳالھہ تہ ظالم جا دوست ڪٿان پلا ماڻھو ھوندا؟

* حاجي محمد عباس عباسي- پوبڪ

س: سنھنجو محبوب لغڙن اڏائڻ جو شوقين ٿي پيو آھي ڇا ڪريانس؟

ج- حاجي صاحب ھوش جي ڳالھہ ڪريو. پلي پار سان ٿي آيا آھيو تہ بہ ائين!!

* خالد احمد سھڙو- پوبڪ

س: مظلوم جي دانھن عرش تي پھچي ٿي تنھن ھوندي بہ ظالم مظلوم تي ستم ڪندو رھي ٿو، آخر ڇو؟

ج: فرش تي ڀڄوائپ، منافقي ۽ ظلم سھڻ ۽ ظالم جي ڪرتوت تي اکيون پوريل ھونديون تہ عرش کي جنبش ڇو ايندي.

* نصير سنڌي- ڊگھڙي

س: شيڪسپيئر جو قول آهي ته عورت جو ٻيو نالو بيوفائي آهي ڇا اهو درست آهي؟

ج: شيڪسپيئر جي اها ڳالهه جڳ ڪائڻ جي برابر آهي.

* عبدالله خان شيخ - گهوٽڪي

س: هي به ٽڪي ٻيو، هو به ٽڪي ٻيو، ميلاپ ڪڏهن ٿيندو؟

ج: ٽڪي ٽڪي اکين جا تارا ساوا ٿي ويندا پر ميلاپ ڪونه ٿيندو آسرو لاهي ڇڏيو.

* سيد محمد شاهه - سونڊا

س: حق ڪڏهن ٻلنءِ ٻوندو؟

ج: جڏهن ٻي حق کي سمجهي ان کي حاصل ڪرڻ جيتري سگهه سموهي وٺبي.

* منور علي رند بلوچ - ميٺارجا

س: مان هر روز پڙهندو آهيان پر دماغ تي اکر ئي نه ٿو ٻيهي ڇا ڪريان؟

ج: ان ڏس ۾ توهان جي ٻين حالتن کان واقف نه هوندي ڇا ٿو چئي سگهجي. باقي جيڪڏهن لگن قائم هوندي ته اهو مسئلو ختم ٿي ويندو. هر ماڻهوءَ ۾ هڪجيتريون صلاحيتون آهن، اها ڳالهه نه وسارجو.

* علي دوست تنيو - وارهه

س: دنيا شريف ماڻهن کي ڇريو ڇو ٿي سمجهي؟

ج: اهو دنيا جي معاشرتي ۽ ذهني ڏيوالپڻي جو ثبوت آهي، پر گهڻو وقت ائين نه رهندو.

* لڇمڻ داس - خانپور

س: سنڌ ۾ ايتري ڪاهي ڇو ٿي ٿئي ۽ اسان جي تعليم جا قاتل ڪير آهن؟

ج: ڪاهي رڳو سنڌ صوبي ۾ نه ٿي ٿئي ۽ اسان جي تعليم جا قاتل اهي آهن جيڪي حقيقي علم جي سگهه کان ڊڄن ٿا.




پئرس ۾ هٿيارن جي دوڙ خلاف هڪ پوسٽر



* هلال جا سالگره ۽ پنڇور نمبر سامهون آهن. سالگره نمبر ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي تي ڏنل مضمون پڙهيم. ضرورت هئي ته سنڌ واسين لاءِ ڪيل سندن خدمتن بابت وڌيڪ مواد ڏيو ها. جو مضمون ”هيڏي شهر پنڇور ۾“ ڏيان لهڻي.

”ڪهاڻين جي ڀاڱي ۾ تاجل جي ڪهاڻي“ نپٽري جو سچ“ جي پڄاڻي اثرائتي ڪونهي. لٽڙن جو ٻاڻي چڙي پڄڻ سندن داخلي مفادن جو نتيجو آهي. پڙهندڙ انتظار ڪندو ڪري ته ٻنهي هڪڙيءَ ناڪامي ڪانپوءِ ڪهڙي حڪمت عملي اختيار ڪن ٿا. بجاءِ ان جي جو لٽڙا داخلي تضاد سان گڏ، پڪين جي ڪنهن نئين حڪمت عملي ۽ جماڪوڙ ڪري پڄن، رڳو وبا جو شڪار ٿين ٿا. سرور سيف جي ڪهاڻي ”ڪارو ماڻهو، ڳاڙهو دريا“ ۾ منظر ڪشي ۽ لفظن جوءِ سهڻو سٺائي ڪهاڻي جو ساه آهي.

سفرنامن ۾ ف. م. لاشاري جو ”سگهارو هماليا، هيٺا ماڻهو“ سهڻي سري سان سٺي شروعات آهي. هماليا جي حوالي سان، نيپال جي پڙهيل ماڻهن جي هٺائپ وارو خيال خوبصورت آهي. پراڻي ٻابري ڪنبي جيان،

هلڪو هلڪو چڀندڙ طنز ۽ وري ڪٿي ڪٿي فڪر جي هلڪن اولڙن سان ڀرپور قسط آهي. باقي ڪجهه جملن بور ڪيو.

مثال طور: هڪڙي شئي کي گهورڻ فطري (سواءِ عورتن جي) ڳالهه هئي. ”ڏاڏي ڏاهري“ وارو مضمون ”پوڙهي جو درجو“.

ڪٿان ورتو ويو آهي چٽائيل ڪونهي.

خاڪيءَ جو مضمون ”ادب جو ڪارڻ ۽ فلسفو“ سهڻي ۽ ڪارائتي ڪوشش آهي. ڪٿي ڪٿي ڪن شين جي کوٽ محسوس ٿئي ٿي. مثال طوراولهه جي مفڪرجو ذڪرڪندي لکي ٿو ته هو اڳهاڙي انسانيت کي بيماري روپ ۾ ناچ ڪندو ڏسي بقايا انسان دوست فڪرتان هٿ کڻي وڃن ٿا. انسانيت ۽ عقل جي دشمن لاڙن کي هٿي ڏين ٿا.

خاڪي اهو به ٻڌائي ها ته اهو سڀ ڪجهه رڳو ردعمل طور ٿئي ٿو يا ان جي پٺيان سوچيل سمجهيل هٿ ۽ حڪمت عمليون شامل هونديون آهن. ٻيو ته اڄ واري سماج جا اهي ڪهڙا داخلي تضاد هئا جن انهن انسانيت جي دشمن لاڙن کي نئون جنم ڏئي وڌڻ ۽ ويجهڻ ۾ هٿي ڏني. اهو ٻڌائڻ سان مضمون جي اونهائي ۽ اهميت اڃا وڌي وڃي ها.

شاعريءَ جي ڀاڱي ۾، نظم ”راڳيندڙ“ جي شاعرجونالوچٽائيل ڪونهي. سائنس جي ڀاڱي ۾ ڏنل سڀ مضمون ڪارائتا آهن. گل محمد کتري تي ڏنل فتاح جو مضمون وڻيو.

پنڇور نمبر وڻيو. مظهر يوسف، مهتاب اڪبر راشدي، ابراهيم خشڪ ۽ مريم مجيدي جا مضمون سٺا هئا. خاص ڪري مظهريوسف صاحب جو مضمون ”پنڇور هڪ بحث“ گهڻي ڌيان سان پڙهڻ جهڙو آهي. ڪجهه عرصو اڳ سنڌي ادبي سهائڪ جيان اجڙيل پنڇور گهمندي، ڪجهه سوال وچ جيان ذهن ۾ تڙقيون هيونءِ اڄ وري هلال جو ڏانيمل ڏسي اهي سڀئي ذهن ۾ تري آيون آهن.

”الا ائين م ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ڪا ٻولي“.

سفرنامي ”سگهارو هماليا هيٺا ماڻهوجي قسط پڙهي-ڏاڍي وڻي.

شاعريءَ جي ڀاڱي ۾ تاجل ٻاٽ ملهايو آهي. جوان جذبن ۽ امنگن، رنگ ۽ روشني ۾ وهنتل شاعري ڪو نئون جنم ورتو آهي.

ٻارڙن جي ڀاڱي ۾ چونڊيل وائيءَ جي شاعر جو نالو چونڊيل ڪونهي. هن ڀاڱي ۾ معيار جي کوٽ آهي. ٻارڙن جو ادب پنهنجي جاءِ تي وڏي اهميت رکي ٿو. اوهان جي اداري لاءِ جي ممڪن هجي ته ٻارڙن کي سڌي چاڻ رسائي سگهجي ٿي. سوال جواب جو حصو ڪارائتو آهي. سکڻ ۽ سيکارڻ جو اهو به سٺو ذريعو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن جوابن ۾ ڪجهه ڏکيا اصطلاح ڪم آڻيو ٿا. جنڪي سمجهڻ ۾ عام پڙهندڙ کي ڏکيائي محسوس ٿئي ٿي.

مثال طور: مرڪنٽائلزم وغيره. هلال ۾ سٺين تنقيدن جي کوٽ شدت سان محسوس ٿيندي آهي. سنڌي ادب جي وڏن نقادن کي عرض آهي ته هلال ۽ سندس پڙهندڙن سان قرب ڪري تنقيدون موڪلن جيئن پڙهندڙن ۽ لکندڙن ٻنهي جي تربيت ٿي سگهي.

سچ ۽ سونهن جي ساڃاهه ڏانهن هلندڙ هلال لاءِ هزارين نيڪ خواهشون.

”شل اٿانهون اڀ جي نيراڻ جيان،
شل ستارا ڪرين سانت چانڊاڻ جيان،
شل ڏئين ساهُ موتئي جي سرهاڻ جيان،

**هارون آذر**
چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج
لاڙڪاڻو.

* ٽارو هلال مئگزين جو سالگره نمبر نظر سان نڪتو سڀني ٻاڻ سٺون موڪيو آهي، سڀ اديب توڙي مددگار مبارڪن جا مستحق آهن جن پنهنجي محنت ۽ همت کان ڪم وٺندي مئگزين کي ڪامياب ڪيو آهي اميد ته اڳتي لاءِ بہ اڃا وڪ اڳتي هوندي ۽ يقينن ساڳيا ليکڪ بہ مئگزين سان لنون لڳايو ايندا.

سنڌ جي باشعور ماڻهن کي فخر آهي، ته هر مهيني ۾ سنڌ جي واسين کي نت نيون تخليقون هلال مئگزين جي روپ ۾ ملن ٿيون.

**محراب علي ۽**
**اشرف علي**
ڳوٺ عالم خان گوپانگ

* مئگزين پنهنجو سفر جاري رکندي پئي اچي شايد اڃا بہ ڪي رڪاوٽون مئگزين جي راهہ ۾ آهن پر تنهن هوندي بہ مئگزين کي ڪڍڻ بہ صورت ۾ سنڌ جي ٻين رسالن ۽ مئگزين کان گهٽ نہ ٿو چئي سگهجي، هلال مئگزين هن وقت تائين جو ڪجهہ ڏنو آهي اهو صرف مئگزين لاءِ ئي ڪارائتو ثابت نہ ٿيو آهي، پر پڙهندڙن لاءِ مئگزين پورين جون جو سالگرهہ نمبر بيحد سٺو لڳو. خاص ڪري تاجل بيوس جي ڪهاڻي ”ٽيهري ءَ جو سچ“ سرور سيف جي ڪهاڻي ”ڪارو ساڻهو ڳاڙهو درياهہ“ گارشيا مارڪيز جو ”سچو ڪوڙ“ سفرنامو ”سگهارو هماليا هيٺا ساڻيو“ ذوالفقار قاضي جو مضمون ”ڪائنات جي شروعات“ ۽ ٻيون تخليقون شاعريءَ ۾ سڀني جون سٺيون شيون هيون. انور پيرزادي جو ”رتو چاڻ سونهن جو شهيد گل“ بہ وڻيڪ وڻيو. ساڻي هلال مئگزين جي سالگرهہ لاءِ منهنجي طرفان هلال اداري جي سڀني ورڪرن، انهيءَ سان سهڪار ڪندڙن ۽ سڀني پڙهندڙن لاءِ مبارڪ قبول ڪندا. جيڪڏهن دنيا جي مشهور هستين سان ڪنهن جي سوانح حيات جو سلسلو شروع ڪيو نہ ڏاڍو سٺو ٿيندو.

**ارباب ”عظيم“**
روهڙي





(بڪسٽون پلاسٽڪ ايملشن پينٽ)

ڦٽا چرو يلي پلاسٽر ڏيت هجي يا چپ بورڊ ڪاٺ جي جاري هجي يا دروازو
سيني تي ساڳئي پختگي سان قائم ۽ دائم
پنهنجو مثال پاڻ. تڪڙو سُڪي ٿو ۽ ڏو پي جَرڪي ٿو.


Buxly's




BUXLY

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَئن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ". ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)